

’همروٽ چتيسي‘ کي پڙهڻ سان ماڻهو
تي سونهن، سورهيائي، سچائي، سخاوت ۽
رومانس جا رنگ حاوي ٿي وڃن ٿا. امراڻي
جي حسن کي کوي بانکيداس پنهنجي
انمول ڏات سان ڪوتا جي ڪئنواس تي
جهڙي ريت روپيو آهي، اهڙي نموني چيلهار
جي هن چلولي چنڊ پنهنجي فن جي
چانڊوڪيءَ سان ڀاڻ جي سونهن کي
چوراسي چندن ڪان وڌيڪ لفظن جي
چانڊني ڏئي ادبي آيي تي چمڪايو آهي ۽
چتر سڄاڻ سوڍن جي سورهيائيءَ کي
پارومل جنهن پلي انداز سان بيان ڪيو
آهي. اهو پڙهي دل بي اختيار واڪائي ٿي.
پارومل کي اهڙي ماناڻتي پورهئي تي
منهنجي طرفان لک لک واڌايون پيش
ڪجن ٿيون!

**امر رائسنگھ راجپوت**
ٿرپارڪر

# همروٽ چتيسي

(عمرڪوٽ جي پسمنظر ۾
ڪوي بانڪيداس چارڻ جي شاعري)

تحقيق ۽ ترتيب:

## پارُومل اَمراڻي سُوٿهڙ

ثقافت کاتو،
حڪومت سنڌ

همروٽ چتيسي
پارُومل اَمراڻي سُوٿهڙ
ثقافت کاتو،
حڪومت سنڌ

naeemdeswali

**چارڻ** نندي ڪنڊ جو ڏاتيار قبيلو آهي، جنهن کي ديوي پتر، ڪويراج، گڏوي، ڀارٽ پڻ سڏيو ويندو آهي. ڪوي بانڪيداس چارڻن جي مارو پاڙي جي آسيہ نک سان تعلق رکندڙ ريگستان جو اوچ ڪوٽي ڪوي آهي. ڪوي بانڪيداس تخيل جي اڏام سان پڙهندڙ کي خيالن جي هڪ خوبصورت وادي ۾ وٺي اچي بيهاري ٿو ۽ چوي ٿو تہ ڏس منهنجو امراڻو ڪيڏو سهڻو آهي.

مون کي خبر ناهي تہ عمرڪوٽ جون اپسرائون انهي زماني ۾ واقعي ايتريون خوبصورت هيون يا اها خوبصورتي صرف ڪوي بانڪيداس جي نظرن ۾ هئي جو انهن اپسرائن کي اهڙيون خوبصورت بنائي ڇڏي ٿو. عمرڪوٽ جي منظر ڪشي ڪندي ڪوي، جيڪي خوبصورت تشبيهون ڏنيون آهن ۽ جيڪو لفظن جو خوبصورت جڙاءُ جوڙيو آهي، اهو ڪمال جو آهي. اسان جي پياري دوست پارو ’همروٽ چتيسي‘ تي وڏي محنت ۽ محبت سان ڪم ڪيو آهي. آئون همروٽ چتيسي مان صرف هڪ مثال پيش ڪندس باقي پڙهندڙ خود پڙهڻ کانپوءِ فيصلو ڪندا:

جڏ گھر ري تج ڏھلي، پٽگھٽ سمھان پايہ،
باجي گھنگھرو پار ہن، سونھن سرور جايہ.

**ڊاڪٽر عبدالعزيز رحماني**
(عمرڪوٽ)

ثقافت کاتو،
حڪومت سنڌ

**مهون چتيسان ڏوهڙان، هئَ ورٹن همروٹ،**
**ايءَ هَمروٹ چَتِيسِي، مَنَک سُٹي منموٹ.**

[هي منهنجا چٹيهہ دوها، امرکوٹ جي رنگ روپ جا عکس آهن،
هن همروٹ چتيسيءَ کي کي اهلِ دل ۾ ڏاتار ئي ٻُڌندا.]

# همروٹ چَتِيسِي

## (عمرکوٹ جي پسمنظر ۾ کوي بانکيداس چارڻ جي شاعري)

# همروٽ ڇَٽِيسِي

(عمرڪوٽ جي پسمنظر ۾ ڪوي بانڪيداس چارڻ جي شاعري)

ترتيب ۽ تحقيق

## ڀارو مل آمراڻي سُوٿهڙ

ثقافت ۽ سياحت کاتو، حڪومت سنڌ




| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | همروٽ ڇَٽِيسي |
| ترتيب ۽ تحقيق: | ڀارو مل آمراڻي سوٿهڙ |
| ڇاپو پهريون: | ثقافت کاتو حڪومت سنڌ، 2017 |
| لي آئوٽ: | امتياز علي انصاري |
| ٽائيٽل ڊزائن: | نعيم ديسوالي |
| ڇپيندڙ: | نيو انڊس پرنٽنگ پريس |
| ڇپائيندڙ: | ثقافت کاتو حڪومت سنڌ |
| قيمت: | 000/_ |

| | |
|---|---|
| Book Name: | HAMROT CHHATICI |
| Research and Compiled by: | Bharu Mal Amrani Suthar |
| Lay out: | Imtiaz Ali Ansari |
| First Edition: | Culture Department, Govt of Sindh, 2017 |
| Printed by: | New Indus Printing Press |
| Published by: | Culture Department, Govt of Sindh |
| Price: | Rs. |

ملڻ جو هنڌ

**ڪلچر ڪتاب گهر**

سامهون ايم. پي. اي هاسٽل، غلام حسين هدايت الله روڊ

ڪراچي، سنڌ. 77400

فون: 021_99206073

# ارپنا

عمرڪوٽ جي انهن سمورن عظيم انسانن

جي نالي،

جن عالمِ انسانيت جي امن ۽ ڀائيچاري لاءِ پاڻ پتوڙيو.

ڀلا ڀُونءِ نہ وسرن، نہ ڳُٽان چڙهن نہ چت،

جن ڏٺي جيءُ ٺري، اهڙا سڄڻ ڪٿ !

# فهرست

# مهاڳ

## هيرن ۽ جواهرن جهڙا سدا جرڪندڙ
## همروٽ ڇَتيسي جا دوها

انساني روح بنا ڪنهن وڏاءُ جي حيرت جو هڪ اهڙو جزيرو آهي جنهن ۾ اسرارن جو هڪڙو پورو جهان پوشيده آهي. ڏُک ۽ خوشي، محبت ۽ نفرت، پسند ۽ ناپسند، ڪاوڙ ۽ سرچاءُ يا دلچسپي ۽ بيزارگيءَ سميت هڪٻئي جي بنهه ابتڙ يا متضاد اهڙيون انيڪ ڪيفيتون سڏيءَ ريت ماڻهوءَ جي ان داخلي ڪائنات سان تعلق ٿيون رکن، جنهن کي ’رُوح‘ چئبو آهي.

دنيا جي داخليت پسند اديبن ۽ سنڌ جي هاڻوڪن ريڊيميٽ صوفي ليکڪن جي موشگافين واري ڪچي پٽ اورانگهي، ماڻهوءَ جي اک جڏهن ڪوي ڪاليداس، مولانا جلال الدين رومي، حافظ شيرازي، عمر خيام، بلهي شاهه، ڪبير ڀڳت، لطيف سائين، شيڪسپيئر، گوئٽي، ورڊس ورٿ، ميران ٻائي، زيب النساء مخفي ۽ مرزا اسدالله خان غالب سان گڏ ڪوي جسيم الدين، پاڳوپان، مرڪان شيخڻ، حفيظ تيوٽي، سمنگ چارڻ ۽ همروٽ ڇتيسي جي هن سرجڻهار ڪوي بانڪيداس جهڙن تخليقڪارن جي شاعراڻي اظهار جي اندلٺ جا رنگ ٿي پسي، تڏهن پڙهندڙن جي آڏو حيرت انگيز انساني احساسن جا سمورا اسرار، ريشمي ڪپڙي جي رنگا-رنگ تاڪئي وانگر کلي ٿا پون.





پري هيم ورڻيا، ڏوڏ ورنو نير

(رنگين ڪپڙن ۾ سون رنگ سندريون، ڪير جهڙو اڇو پاڻي پريندي سونهن کي انتها تي پڄائيندڙيون آهن).

اهڙي دلڪش سونهن لانٻي جي تلاءُ مان ”ڏوڏ ورنو نير“پريندڙ رنگين پهرواس ۾ ملبوس انهن حسينائن جي ڏيک ۾ آهي يا ان ڪوي بانڪيداس جي شاعراڻي تخيل جو ڪمال آهي، جنهن کي پڙهڻ ۽ پروڙڻ کان گهٽ ۾ گهٽ آءُ ته هيل تائين محروم رهيو آهيان.”همروٽ ڇتيسي“ جا ڪجهه دوها ٻڌڻ ۽ پوءِ پنهنجين تحريرن ۾ اهي حوالي طور لکڻ ٻي ڳالهه آهي، پر حسين ڪيفيتن جا پوپٽ پڪڙي، انهن کي اڏارون بخشيندڙ ڪوي بانڪيداس جي هن بيمثال شاعريءَ کي هنئين سان هنڍائڻ ٻي ڳالهه آهي. ٻين گهڻن دوستن وانگر جوان عورت جي ٿهڪ جهڙي هن شاعريءَ جو سرور ۽ ترنم تڏهن محسوس ڪري سگهيو آهيان، جڏهن چيلهار تي ڪڙيل چيٽي چنڊ جهڙي اجري من ۽ ٿڌي مزاج واري دوست ٻارومل امراڻيءَ هي هيرن ۽ جواهرن جهڙا دوها، ترجمي، تشريح ۽ ترتيب جي مالها ۾ پوئي، سنڌي ٻوليءَ جي ڳچيءَ ۾ پارايا آهن.

گذريل ڪجهه سالن کان هن ”جواهريءَ جون پراسرار سرگرميون ڏسي آءُ اندر ئي اندر اهو خطرو پيو محسوس ڪندو هئس ته متان سنڌ جو هيءَ ذات ڏٽي ٻارومل امراڻي به تحقيق جي اهڙي واٽ نه وٺي، جهڙي واٽ تي ويندڙ محققن تي فنڪاراڻي طنز ڪندي شيخ اياز لکيو هو ته، محقق لفظ گهڻو ڪري ”حقي“ مان نڪتو آهي، جو ته حقو ٻڙ-ٻڙ گهٽي ڪندو آهي.“

پر وري سوچيندو هئس ته ٿر جي جنهن سونهڙ سرجڻهار جو نالو ٻارومل امراڻي آهي، اهو ته پنهنجي مزاج ۾ اهڙو ته مانيٽو ماڻهو آهي،

جهڙو چنڊ جي اوٽيهين تاريخ جو سمنڊ. گذريل ويهارو سالن جي دوستاڻي وابستگيءَ دوران مون هن کي ڪڏهن ضرورت کان وڌيڪ يا فضول ۾ اضافي طرح هڪ اکر به ڳالهائيندي نه ٻڌو. هو ڪچهريءَ ۾ هجي يا ڪنهن ادبي پروگرام جي اسٽيج واري ڊائيس تي، ڳالهائيندو ايئن ۽ ايترو، جيئن ۽ جيترو موضوع جي مناسبت سان موزون ۽ مناسب هوندو. مطلب ته هو هڪڙي تخليقڪار سوٽهڙ جي حيثيت ۾ روهيڙي جي لسايل ڪانيءَ جهڙي موضوع تي لفظن جي چٽسالي ڪندي ڪٿي به ٿڙي نٿو. ته پوءِ هو حقي وانگر ٻڙ-ٻڙ ڪندڙ محقق صاحبن جي چوياريءَ ۾ ڪانيp ڪيڏي ويهي ڪيئن سگهندو؟ ان سوال جو نوس ۽ هٽيڪو جواب مونکي تڏهن موصول ٿيو جڏهن هڪ ڏينهن هن ڪتاب همروت ڇتيسيءَ جي مسودي جي ڪمپوزڊ هارڊ ڪاپي منهنجي هٿ ۾ ڏئي چيائين، هي ڪتاب پڙهي پنهنجي راءِ ڏجان.

اڄ جڏهن پارومل امراڻيءَ جي هن با مقصد ۽ خوبصورت قلمي پورهئي تي راءِ ڏيڻ ويٺو آهيان، تڏهن سندس ڪم ۽ ڪردار متخلق رڳو اها سٽ ئي لکي سگهان ٿو ته:

هيرا کهي نه مُک سي، لاک همارا مول

پارومل امراڻي پاڻ پڏائڻ واري ٿاپوليءَ ۾ پوڻ بدران مٺي ماٽ ۾ ڪوي بانڪيداس جي "همروت ڇتيسيءَ" جا هي هيرن ۽ جواهرن جهڙا سدا جرڪندڙ ۽ جڳمڳائيندڙ دوها سنڌي ٻوليءَ جي سوني ٿالهه ۾ وجهي،جنهن نفاست سان پڙهندڙن اڳيان پيش ڪيا آهن، تن جو قيمت جو ڪاٿو ڪري سگهڻ ممڪن ناهي.

انساني روح جي حيرت واري جزيري ۾ موجود مختلف ڪيفيتون، جڏهن ڪنهن ڪويءَ جو اظهار ٿيون بڻجن، تڏهن ماڻهو





پنهنجين ظاهري اکين بدران احساس جي اکين سان اُن جهان جا سير ٿو ڪري، جيڪو زمان ۽ مڪان کان مٿاهون آهي. مثال جي طور تي فتح ڏاڻ چارڻ جي سرجڻهار پٽ ڪوي بانڪيداس / لڳ-ڀڳ به/سوا به سو سال اڳ جيڪو عمرڪوٽ ڏٺو اهو هينئر ڪٿي آهي!؟ پر سندس عمرڪوٽ متعلق سرجيل ڇتيهه دوهن پڙهڻ وقت ماڻهو جڻ ته هاڻوڪي برباد حال عمرڪوٽ مان اُڏامي، ان اُمراڻي ۾ پهچيو وڃي، جنهن جي لاءِ ڪوي بانڪيداس چيو آهي ته:

چيري پونم چندر، ڪاڍي ڪامڻيانهه

ڪايه سينگل ڍاٽ ڏر، ديڪو دامڻيانهه

يعني قدرت واري پونم جي چنڊ کي ٻه-اڌ ڪري هڪ حصي مان عمرڪوٽ جون حسينائون ۽ ٻئي حصي مان سريلنڪا جون حسين ڪامڻيون تخليق ڪيون آهن. زمان ۽ مڪان جي حدن اندر اڄوڪو سريلنڪا ممڪن آهي ته ڪوي بانڪيداس جي دور وارو ساڳيو حسين ۽ جميل سريلنڪا هجي پر ساهه منجهائيندڙ اڄوڪو عمرڪوٽ ته پنهنجي اکين اڳيان آهي.

دلي که اک شهر تها عالم مين انتخاب

هم رهني والي هين اسي اجڙي ديار کي

اڄوڪي اجڙيل عمرڪوٽ جو رهواسي هجڻ جي باوجود ماڻهو جڏهن "همروت ڇتيسي" جا دوها ٿو پڙهي، تڏهن اهو جڻ ته احساساتي طرح به سئو سال اڳ واري ان عمرڪوٽ ۾ پهچيو وڃي جنهن جي واٽن تي پوڪيل خوشبودار نازبو واءَ کي واسي رهيا آهن. جنهن جي فلڪ بوس قلعي ۾ متل چتر ۽ سڄاڻ راڻي جي رهاڻين ۾ وطن جي حدن جي حفاظت، ثقافتي تهوارن جي اهميت، سورهين ۽ سورمن جي تذڪري، سونهن ۽ ورونهن جي

ڪهاڻين، تاريخي قصن، ننگن جي حفاظت جي منصوبن،معاشي ۽ معاشرتي ترقي وارين رٿائن ۽ شاعرن توڙي ڪلاڪارن جي سارسنڀال جي رٿابندي ٿيندڙ آهي. شهر جا ٻارڙا پانشالائن ۾ پڙهڻ لاءِ ويندي رستن جي رونق وڌائي رهيا آهن. شهر جي مکيہ شاهراهہ جي سامهون ’لانبي جو تلاءُ‘ چوليون ماري رهيو آهي. ان جي ڪنارن تي جهڪيل گهاٽن ٻڙن جي ڳوڙهي ڇانو ۾ سنهڙين چيلهين وارين پاٽيارين جا رنگين آنچل اڏارن ۾ آهن. ۽ لانبي جي لهرن تان گهلندڙ هوائون ڪوي بانڪيداس جي ڪوتا وانگر ماڻهو جو من مسروري ڪري رهيون آهن.

ڊاٺ سرنگي گوريان سوڊا چترسجاڻ

ٻڙجهڪيا لانبي تڙان آيوگڊ امراڻ.

اهڙي حسين ۽ جميل ماضي جي مالڪ هجڻ واري مسرت جو احساس تڏهن ڏهوڻو وڌي ٿو وڃي جڏهن ”همروٽ ڇٽيسي“ جي دوهن کي سولي ۽ عام فهم ترجمي ۽ تشريح سان اسان جو خاموش طبع ،گهڻ سهو ۽ قلمي پورهيت دوست ڀارومل امراڻي سنڌي ويس ۾ پڙهندڙن اڳيان پيش ٿو ڪري.

”همروٽ ڇٽيسي“ جو شاعراڻو حسن سنڌي ٻوليءَ ۾ اچڻ کانپوءِ بہ جيئن جو تيئن دلڪش انڪري آهي جو ان جو سنڌيڪار بذات خود هڪ حسين شاعر آهي. ورنہ تہ انگريزي ، فارسي ، عربي ، اردو ، هندي يا سنسڪرت مان اڪثر ترجمو ٿيل شاعري ۾ اهڙو چس نٿو هجي جهڙو ڪوي بانڪيداس ۽ ڪوي ڀارو مل امراڻي جي احساس تي هڪ جهڙائيءَ جي ڪري هن ڪتاب ’همروٽ ڇٽيسي‘ ۾ موجود آهي.

ايڪ پد مٽي واسطي سينگل گيو رتن،

امرڪوٽ نہ آيو متوڪيو ڪي من.





(آئون سوچيندو آهيان تہ چتور جو راڻو رتن سنگه هڪ پدمڻيءَ خاطر سينگل (سريلنڪا) ڪيئن ويو؟ هن جي دل ۾ اهو ڦيرو ڪيئن آيو. جو ان کان وڌيڪ امراڻي جي حسين نارين ڏانهن سندس جيءَ جهبي نہ ڪاڏي!)

هن هڪڙي حسناڪ دوهي جي ترجمي مان ئي معلوم ٿي سگهي ٿو تہ هي هڪڙي ڪوي پاران ٻئي ڪوي جي ڪوتا جوڪيل اهڙو ترجمو آهي. جنهن ۾ مترجم دوهي جي اکرن جو ترجمو ڪرڻ بدران ان جي مفهوم جو ترجمو ٿو ڪري. ٻي معنيٰ ۾ اسان جو ڪوي ڀارومل امراڻي، هند جي حسين ڪوي بانڪيداس جي من وارتاجو ترجمو ٿو ڪري ۽ هن جي احساسن کي سنڌي ويس ٿو پهرائي.

هونئن بہ لغوي ترجمي کان اصطلاحي ترجمو ڳالهہ جي بنيادي معني ۽ مفهوم سمجهائڻ ۾ وڌيڪ اثرائتو ٿيندو آهي.

تاريخ ريگستان جي مانواري ليکڪ سرڳواسي رائچند هريجن ۽ پراڻي پارڪر جي مصنف شري منگهارام اوجها صاحب کانپوءِ ٿر جي تاريخي ڳوٺ چيلهار جو ٽيون ماڻهو ڀارومل امراڻي صاحب آهي. جنهن کي ’همروٽ ڇٽيسي‘ جي ترجمي ۽ ترتيب جي ڪري سنڌي ٻولي ۾ مهان حيثيت اوس حاصل ٿيندي.

**مير حسن آريسر**

سرمد جوگهر، عمرڪوٽ

24 جون 2017ع

# تاثر

## جمالياتي رنگيني سان رچيل شعر

لوڪ ادب جيڪو ڌرتي جي سيني مان ڦُٽي ٿو ۽ صدين جا ولهار واسي چڙهي ٿو. انهي ڌرتي ڏٽين جي ادب ۾ جهنگ جي حسين گلن جي هُٻڪار ، انساني گُڻن جي بهار ، سور ويرتا، شجاعت ، سخاوت ،فصاحت لوڪ آکاڻين،لوڪ ڪٿائن، ڳجهارتن، ڳاهن، سورٺن بيتن، دوهن ۽ گيتن جو روپ وٺي نسل در نسل منتقل ٿيندي رهي آهي. لوڪ ادب جو لوڪ شاعري وارو پاسو سدا بهار ۽ پائدار ان ڪري بہ رهيو آهي جو انساني احساسن, اُڌمن, اُمنگن کي سگهارو اظهار لوڪ شاعري ئي فراهم ڪيو آهي .انساني آتما جي آشائن اطمينان ڀريو آسيس شاعري ۾ ئي حاصل ڪيو آهي . لوڪ شاعري جيئن تہ عام ماڻهو جي آتما جو آواز بڻجي سندس ڏُکندڙ رڳ تي هٿ رکيو آهي ان ڪري ئي صدين جي سفرڪاڻپوءِ بہ اهي احساس تازا محسوس ٿين ٿا ۽ روح کي تازگي اربين ٿا.

برِصغير جي مختلف ٻولين ۾سرجيل لوڪ شاعري انساني احساسن جو اثاثو ۽ اتهاس جو ورثو آهي . برِصغير جي چارڻن ، ڀاٽن ۽ مڱڻهارن لڪا پٽن لوڪ ۾ جي مصداق جيڪو تخليقي ڪم ڪيو آهي جيڪو ڪوتا_ ڪيتر ڪيڙيو آهي اهو ڪنهن بہ صورت ۾ فراموش ڪرڻ جهڙو ناهي. تاريخ جتي سمن جي دور جي نامياري ڪوي سمنگ چارڻ جي ڌھ ڏاتار ۾ ست سورهيہ تصنيف کي هميشہ مان ڏيندي رهندي,اتي





ڪوي چمن چارڻ کي بہ ڪيئن وساري سگهندي ؟ چارڻن ، ڀاٽن ۽ مڱڻهارن جي قبيلن ۾ اهڙا اڻ ڳڻيا نانءَ ملي سگهن ٿا, جن پنهنجي ڪوتائن کي ڌرتي جي خوشبو سان وهنجاري پيش ڪيو آهي ڪارونجهر جي فطرت پوڄاري ڪوي چنديرام ڀاٽ جي آبشارن جهڙي لئي ۾ رچيل دوهن کي ڌرتي ڏٽي صدين تائين پنهنجي احساسن جي ترجمان طور اچاريندا رهندا.جنهن جي لوڪ ڪوتائن بابت مهان ڪوي شيخ اياز پنهنجي آتم ڪٿا " ڪٿي تہ ڀجبو ٽڪ مسافر " ۾ لکيو تہ " هي شعر ناهن چڻ تہ پٿر تي لڪيرون آهن."

ڪارونجهر ري ڪور ، مرين تو ميليئي ني,
ماڻي ٿهوڪي مور, ڏونگر لاگي ڏيپتو.

(چنديرام ڀاٽ)

ڪوي بانڪيداس چارڻ 18 هين صدي جو هڪ خوبصورت ڏات ڏٽي تي گذريو آهي. ثقافت ۽ آرٽ جي ڌرتي ننڍي ڪنڌ جي وڏي ريگستان سان تعلق رکندڙ هي شاعر پنهنجي دور جو لازوال شاعر هو. سندس دوها جيڪي عمرڪوٽ/ امرڪوٽ جي فطري دلڪشي, انساني خوبصورتي ۽ سورهيائيءَ جي پسمنظر ۾ سرجيل آهن. ڪوي بانيڪداس جو نانءُ سنڌ ۾ ڀارومل امراڻي متعارف ڪرايو آهي. توڻي جو سنڌ جا مختلف ڏاها ليکڪ اديب پنهنجي مختلف ليکن ۾ بانڪيداس جا ڪجھ دوها لکي چڪا آهن, پر ڪٿي بہ سندس نالو نہ لکيو ويو آهي.

ڀارو مل امراڻي جيڪو ٿر جي ٻن وڏن تاريخ نويسن رائچند راٺوڙ ۽ مگهارام اوجها جي نگري ڇيلهار سان تعلق رکي ٿو .هڪ ئي وقت بهترين شاعر, ليکڪ ، محقق ۽ مقرر آهي . تاريخ جو شاگرد ۽ ادب جو محنتي پورهيت آهي, جنهن پنهنجي جوين جي بسنت ڏينهَن ۾ چنچل

حسرتن کان هٽ ڇڏائي ڏات جي مومل سان نيڻ ملائي مُحبت جي الماسن کي ميڙي دل جي ڪورن ڪاڳرن تي سجائي زماني جي ڪاڪ محل ۾ زندگي جا حقيقي رنگ پرڻ جي جستجو ڪئي آهي. پارو جنهن ننڍپڻ کان ئي پنهنجي وڏڙن کان لوڪ ڏاهپ جي مختلف واٽن جي وٽ حاصل ڪئي ۽ رس رهاڻين ذريعي لوڪ ادب ۽ تصوف جي خزاني مان گهڻو ڪجه پرايو آهي . زماني جي سنگبار حالتن سان هم قدم ٿي هليو آهي .عشق سان دوستي رکي المين کي شڪست ڏيندو رهيو آهي . هُن جيترو ڪتابن جو مطالعو ڪيو آهي ايترو ئي انساني روين جو مشاهدو ڪيو آهي، چهرن کي پڙهيو آهي. مختلف لوڪ ڏاهپ رکندڙ پارکو ماڻهن سان ملاقاتون ڪري گمنام ڏات ڌڻين جي وقت جي دز ۾ لتجي ويل ڏات کي اجاگر ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو آهي.

پارو پنهنجي عمرکان وڌيڪ گهڻو لکيو آهي رڳو مقدار ئي نہ پر معيار کي پڻ برقرار رکيو آهي . هُن ننڊ گهٽ ڪئي آهي، پڙهيو وڌيڪ آهي فضول ڪچهريون گهٽ ڪيون آهن ۽ لکيو وڌيڪ آهي. لکڻ ۽ پڙهڻ هن جي وجود سان ڳنڍيل ۽ رڳ رڳ ۾ رچيل رهيا آهن

پارو سان پائرن جهڙو تعلق ۽ دوستي جو سڀنڌ پراڻو رهيو آهي. چيلهار کي هميشہ پنهنجو پيو گهر سمجهيو اٿم . لوڪ ادب خاص طور تي لوڪ شاعري جي شناسائي پارو سان تعلق جڙڻ ڪانپوءِ ئي ٿي آهي . پارو جتي بہ مليو آهي جڏهن بہ ملي آهي، هر ڪچهري ۾ هن لوڪ دوهن جي برسات وسائي آهي.

انهن ئي ڪچهرين ۾ ڪوي بانڪيداس جو نالو ٻڌوسين ،شاعري بہ ٻڌيسون .دل ۾ لهندڙ نازڪ نفيس پوپٽ _ پرن جهڙا خيال رُج ۾ رابيلن جيئن محسوس ٿيا. مور ڪيڙن جيان من رقص ڪيو.





ڪوي بانڪيداس جنهنجو ذڪر برِصغير جي ناليواري شاعر اياز بہ الائي ڇو نہ ڪيو پر هن فقير تن ماڻهو پنهنجي ذوق ۽ عشق جي آڌار تي انهي باڪمال ڪوي کي منظرِعام تي آڻڻ لاءِ هڙان وڙان ڪوششون وٺي، ڪيترائي پراڻا ڪتاب هٿ ڪري ڪيترن ئي لوڪ ڏاهپ رکندڙ پارکو ماڻهن سان ملي ورهين جي جستجو ڪانپوءِ هي لافاني شاعري هٿ ڪئي آهي ۽ وڏي محنت سان ترجمو ۽ تهڪندڙ تشريح ڪئي آهي . هن تاريخي ڪم جو اجورو پارو کي تاريخ ڏيندي. جنهن جو پارو حقدار آهي.

لوڪ شاعري بابت جڳ مشهور شاعر ٽي ايس ايليٽ جي راءِ آهي تہ " عوام جي شاعري پنهنجي زندگي ماڻهن جي گفتگو مان حاصل ڪري ٿي، هي شاعري شعور جو بلند درجو پيش ڪري ٿي ۽ پنهنجي زبردست قوت ۽ نازڪ احساس جي نمائندگي ڪري ٿي . "

ڪوي بانڪيداس ڪُل [28] ڪتاب تخليق ڪيا آهن. ’همروٽ ڇتيسي‘ انهن مان هڪ آهي، جيڪو تاريخي ڌرتي امرڪوٽ (عمرڪوٽ) جي سونهن ۽ سورهيائي جي گُڻن تي لکيل آهي.

بانڪيداس جي دوهن ۾ امراڻي جي انگور بدن نارين جي سونهن ساراهہ سان گڏ اتي جي بانڪن ، بهادرن ۽ سخي سوڍن جي سورهيائي جو ذڪر پڻ آرٽسٽڪ انداز سان چٽيل آهي.

ايڪ ايڪ سون آگلا، راٺا امرڪوٽ،
پر گهٽ هوئا پرماروي، ماڻيگر من موٽ.

هُن جي دوهن ۾ امرڪوٽ/عمرڪوٽ جي ُحسن جي اهڙي تہ دلڪش منظرنگاري ملي ٿي جو ان جسماني سونهن سان گڏ ثقافتي تهذيبي ۽ تاريخي حالتن، قدرن، اهڃاڻن ۽ خوبصورتين جي تصوير چِٽي ٿي پوي ٿي . اندلني ويسن جو ذڪر، تاريخي لانبي تلاءُ جو ذڪر ،

پاڻيهارين جي گهونگهٽ جو ذڪر، پاڻي ڪي ڪير رنگ سان تشبيهہ ڏيڻ اهي سڀ ترڪيبون ۽ تشبيهون هڪ آرٽ شناس، فطرت شناس، اتهاس آشناس تهذيبي قدرن جو قدردان هئڻ ظاهر ڪن ٿا ۽ شاعر ڪي شاعراڻي ادراڪ (poetic approach) جي اعلي مقام تي بيٺل ڏيکارين ٿا.

هي دوها ان دليل جو بي مثال مثال آهن:

گهونگهٽ ڪولوي نهين، پولوي پڪ ويڻ،
گج گت جاوي گوريان لانبي سرجل ليڻ.

هي پدمڻيون سدائين گهونگهٽ ۾ رهن ٿيون. سندن پول پڌرڻ لاءِ جرئت ڪپي، هي گوريون هاٿي چال سان لانبي تان پاڻي پرڻ وڃن ٿيون، سندن قطار حسين منظرن مان هڪ آهي.

انهن شاندار پر وکريل دوهن ڪي سهيڙڻ جو ڪم گهڻو محنت طلب ۽ مشڪل هيو پر پياري پارو پنهنجي شاعرانہ دل جي دڳ تي هلندي جذبي سان ڪري ڏيکاريو آهي . بانڪيداس جا هي جمالياتي رنگيني سان رچيل شعر سچ تہ سيج تي ويٺل سهاڳڻ جي ڪجلين اکين جي نشيلي نهار جهڙا آهن. جنهن ۾ روحن جي ڪائنات مدهوش ٿي وڃي ٿي. پياري پارو جا هن کان اڳ بہ ڪتاب ڇپجي چڪا آهن . هڪ ڪتاب لوڪ گيتن تي مشتمل آهي ۽ ٻيو سندس شاعري جو مجموعو آهي.

هي ڪتاب جيڪو ارڙهين صدي جي لازوال ڪوي بانڪيداس جي خوبصورت دوهن تي مشتمل آهي هڪ بهترين ڪتاب آهي جيڪو لوڪ ادب جي پارکوئن توڙي عام پاڻڪن وٽ مڃتا ماڻيندو ۽ پنهنجو مقام پيدا ڪندو.

**ناشاد سمون**

ڳوٺ مالسريو (ننگرپارڪر)

# ڪوِي بانڪِيداس ۽ همروٽ ڇٽيسي

عظيم ڪلاسڪ جو درجو رکندڙ 'همروٽ ڇٽيسِيءَ' (امرڪوٽ بابت ڇٽيهن دوهن) جو سِرجڻهار، ڪوِي بانڪِيداس، پنهنجي دور جو عالم ۽ نامور شاعر ٿي گذريو آهي. سندس جنم جي تاريخ بابت اختلاف ملن ٿا. باغ علي شوق، پنهنجي ڪتاب 'راجستاني زبان و ادب' ۾ بانڪيداس جو جنم هنڌ 'ياريہ واس' ۽ جنم سال 1779ع ڄاڻايو آهي، جڏهن تہ هندي تاريخدانَ سندس جنم ڀومي 'ڀانڊيا واس' ۽ جنم سال 1771ع لکن ٿا.

بانڪيداس جي پيءُ جو نالو فتح سنگهہ هو. چارڻن جي 'آسيہ' نُک سان تعلق رکندڙ بانڪيداس، پنهنجي ابتدائي تعليم توڙي ٻوليءَ، تاريخ ۽ فنون لطيفہ جي ٻين شعبن جي سکيا جوڌپور ۾ ورتي. ٿورن ئي ڏينهن اندر سندس ذات ۽ ڏانءُ جي هاڪ هنڌين ماڳين عام ٿي وئي ۽ هو پنهنجي منفرد موضوع ۽ مخصوص اظهار بيان جي ڪري، پوري ريگستان جو مستند شاعر بڻجي ويو.

بانڪيداس جي اُپار ۾ رائپور جي ٺاڪر، ارجن سنگهہ جو وڏو هٿ هو. راجا مانسنگهہ کيس 'لاک پساھ' جي پيتا ڏئي، پنهنجيءَ دربار ۾ شامل ڪيو ۽ کيس بہ ڳوٺ جاگير طور ڏنا. راجا خود بہ پنهنجي ڪوتا جي اصلاح کانئس ڪرائيندو هو. مانسنگهہ جي حڪومت ۾ بانڪيداس وڏي عهدي تي رهيو. کيس سرڪاري ڪاغذن تي مهرن هڻڻ جو ڪم سونپيل هو. بانڪيداس، فارسي عروض، سنسڪرتي ڇند وديا (پنگل) ۽ راجستاني ڪوتا جي وزن (ڊنگل) تي عبور رکندو هو. ساڳئي وقت ٽر جو





ڏاڪي لهجو بہ سندس شاعريءَ مان ليئاڪا پائيندو رهيو. هن جي شاعريءَ ۾ فارسيءَ جا لفظ پڻ ملن ٿا.

پروفيسر 'شڪتيڏان' پنهنجي ڪتاب 'رنگ ڀني' ۾ لکي ٿو تہ "هو ڊنگل جو وڏو ڪوي هو". پونم چند وشنوئيءَ ڄاڻايو آهي تہ "بانڪيداس ڏنگل(ڊنگل)، برج ڀاشا، سنسڪرت ڪاويہ شاشتر ۽ وياڪرڻ (گرامر) جو وڏو ڄاڻو هو. علمن جي مهارت ۾ پدماڪر[1] کان بہ گوءِ کڻي ويو هو."

بانڪيداس پنهنجي هڪ دوهي ۾ 'ڊنگل ۽ پنگل' [راجستاني ڇند ۽ سنسڪرت ڇند] جو ذڪر ڪندي چيو آهي تہ:

ڊنگليان مليان ڪري، پنگل ٽڻون پرڪاس،
سنڪرتي هووي ڪپٽ سهج پنگل پڙهيان پاس.

اردو ادب جي نامياري ليکڪ باغ علي شوق 'راجستاني زبان و ادب' ۾ لکيو آهي تہ بانڪيداس تاريخ جو وڏو ڄاڻو هو. هڪ دفعي هڪ ايراني عالم راجا مانسنگهہ وٽ آيو ۽ چيائين تہ مون کي اهڙي ماڻهوءَ سان ملايو، جيڪو نندي ڪنڊ جي تاريخ جو ڄاڻو هجي. راجا مانسنگهہ کيس بانڪيداس سان ملايو. بانڪيداس، نندي ڪنڊ جي تاريخ سان گڏ کيس ايران جي تاريخ سان بہ ايترو روشناس ڪرايو، جو هو دنگ رهجي ويو ۽ ويندي مهل چيائين تہ "مون اهڙو شاعر، فاضل ۽ تاريخ جو ڄاڻو ٻيو ڪو ناهي ڏٺو."

[1] پدماڪر، نندي ڪنڊ ۾ ڀڳتي تحريڪ جي جهڪائيءَ کان پوءِ هندي ۾ شروع ٿيندڙ 'ريتي ڪال' تحريڪ جو اهم شاعر ۽ عالم هو. هن ريتي ڪال جي رواج موجب ناريءَ جي پيار کي اهميت ڏئي عشق جي مستيءَ جا لاجواب گيت لکيا آهن. پدماڪر ڪوي بانڪيداس جو همعصر هو. هن 1753 ۾ جنم ورتو. 1833ع ۾ وفات ڪئي. ريتي شاشتر جي عالم پدماڪر جي خاندان کي 'ڪويشور' چيو ويندو هو. پدماڪر کي ٻولي ۽ شاعري جي علم تي وڏي مهارت هوندي هئي.

# ڪوي بانڪيداس جو خانداني شجرو

## مالوجي آسيا

↓

ويرسل

↓

پيم جي

↓

ڪيتسي

↓

ناٿو (نٿو جي)

↓

سوجو جي

↓

ستيڏان جي

↓

فتح سنگھ جي

↓

بانڪيداس





بانڪيداس جي وفات تي نہ رڳو ريگستان ۾ سوڳ ڪيو ويو هو پر ريگستان جي پروارن رجواڙن ۾ بہ ڏک جو تڏو وڇايو ويو. راجا مانسنگھ سندس وڇوڙي تي هيٺيان ورلاپ سرجيا:

سڏ وڏا ڀهون ساج، بانڪي تي بنڪا وسُون،
ڪر سُوڏي ڪوَيراج، آج ڪٽي گيو آسيہ.

(مون کان سڀ ڪم ڪار وسري ويا آهن. بانڪي تو ريءَ من ملول ٿي پيو آهي. منهنجا سڀ ڪاج سڌارڻ وارا اي آسيہ نک جا ڪويراج! تون ڪيڏانهن هليو ويو آهين؟)

وڏا ڪُڙ وکيات، راج هر ريس ري،
بانڪا تو ون بات، ڪِڻ اگڙ من ري ڪهان.

(هيءَ ڪلتار جي ڪرٽي آهي، پر تون راڄ جي هر قبيلي کي وڇوڙو ڏئي ويو آهين. ريگستان جو هر گهر ائين ٿو سمجهي تہ هن جي گهر جو لاڏلو ڀاتي وڇڙي ويو آهي. اي بانڪا! تو کان سواءِ آءُ من جي ڳالهہ ڪنهن سان ڪريان.)

ڊاڪٽر هيرالال مهيشوريءَ پنهنجي ڪتاب 'هسٽري آف راجسٿاني لٽريچر' ۾ ريگستاني ادب کي چئن دورن ۾ ورهايو آهي،جنهن موجب: بانڪيداس ٽئين دور جو اهم شاعر، اديب ۽ عالم هو. بانڪيداس 28 ڪتاب لکيا هئا. جن مان ڪجھ هي آهن:(1) 'همروٽ ڇتيسي'، (2) گج لڪشمي، (3) ماوڙيا مجاج، (4) وير ونود، (5) بي سڪ وارتا، (6) سُر ڇتيسي، (7) ڪروپڻ درپڻ، (8) گيت هنومان جي را، (9) گرنٿ، (10) انيوڪتي پنچاسڪا، (11) چگالا مکا چپيٽڪا، (12) ويسيا وارتا، (13) ودر ٻتيسي، (14) دوها آسياجي مهاراج ديوناٿ را، (15) جهمال ناڪرروپن

سنگهہ را، (16) ڏوڙا پچيسي، (17) نيتي منجري، (18) گنگا لهري، (19) موهامردانا، (20) ڪيار ٻاوٽي، (21) سنتوش ٻاوٽي وغيره.

بانڪيداس جي تاريخي پورهئي ڪي پروفيسر اين.ڊي سوامي‌ءَ 1996ع ۾ ”بانڪيداس ري کيات“[2] جي نالي سان سهيڙيو. اهڙيءَ ريت ’بانڪيداس ڪي باتان‘ نالي سان 200 چونڊ ڪهاڻيون، راجستانيءَ ۾ شايع ڪيون ويون آهن. ريگستاني نقادن موجب بانڪيداس، 1803ع ۾ کوتا چوڻ شروع ڪئي ۽ 1833ع تائين ڪوتا چوندو رهيو.

سنڌ جي مشهور صوفي شاعر روحل فقير جي تخليق ’آگم وارتا‘، جوڌپور جي ’گلاب ساگر محل‘ ۾ هڪ مهينو ست ڏينهن روحل فقير ۽ راجا مانسنگهہ جي ڏاڏي راجا وجئہ سنگهہ  جي وچ ۾ ٿيل سوالن ۽ جوابن جو منظوم روپ آهي. روحل فقير ’آگم وارتا‘ مڪمل ڪرڻ کان پوءِ جڏهن عمرڪوٽ ڏانهن سنپريو هو، تڏهن راجا جون اکيون اوهيرا ڪري وهيون هيون. هن ڪويءَ جي اڳيان تحفن جو ڍيرلڳائي ڇڏيو هو. پرفقير منش روحل فقيرانهن سوکڙين ڏانهن مڙي بہ نہ ڏٺوهو. راجا بالوتري جي ماڳ تائين روحل فقير کان موڪلائڻ لاءِ گڏ سفر ڪري آيو هو. راٺوڙڪي رهاڻ ۾ روحل جي ’آگم وارتا‘ جي ڪوتا سان گڏ ’من پربوڌ‘، ’نج مول گرنٿ‘ جا دوها ۽ ڇند گونجندا هئا تہ ٻڌندڙن جي اندر ۾ انوکي تڙپ پيدا ٿي پوندي هئي. من جي مانسروور مان هنج اڏري ڪنڌڙيءَ جي ڏرتيءَ تي اچي پک

---

[*] ريگستان جي تاريخ جي حوالي ڇهہ ڪتاب مشهور ۽ مقبول رهيا آهن
1. بانڪيداس ري کيات (سهڙيندڙ پروفيسر اين.ڊي سوامي 1956ع)
2. مهتا نيڻسي ري کيات (سهڙيندڙ بدري پرساد 1989-1984-1967)
3. مارواڙ را پرڳڻا (ڊاڪٽر اين.ايس ڀاٽي 1974-1968-1969ع)
4. ٽاڊ راجستان حالات مارواڙ (ڪرنل جيمس ٽاڊ 1818 )
5. تاريخ ريگستان (رائچند هريجن 1956)
6. پراٽو پارڪر (مگهارام اوجها 1966)





پکيڙيندا هئا. روحل فقير چوي ٿو تہ:

سيلي سنگي ست ساٿي، هم پر گهٽ آئي،
پونم تٿ سوموار آئي گهر شاهو ڪي پائي

(مون حق ۽ سچ جي ساٿ سان شاهوءَ جي گهر سومر ڏينهن، پونم تٿ تي جنم ورتو.)

جيون بجلي ڪا پرڪاش هُوا، چوڏس هُوا اجياس،
جس پل ۾ هم آئيو، کولي پايو نواس.

(منهنجي جنم سان ڄڻ وج وراڪو ٿيو، چئني طرف روشني ڦهلجي ويئي.)

ڪرماڪي من وس پڙيو، نانارس ڪي ڀوگ،
سُد ٻُڌ ڀُول گئي، دن دن اُپجي روگ.

(جنهن جو من دنياوي ڪمن ۾ الجهي پيو، نفس جي لذتن جو جنهن مزو ورتو، ان کي انسان جي زندگيءَ جي اصل حقيقت وسري وئي، ۽ هن سنسار جي ڄار ۾ ڏينهون ڏينهن سُور پرايا.)

لک ويد پران انيڪ پڙهي، ست سنگ بنا رنگ لاگي ناهين،
سو محب ڪا مک نہ ديک سڪي، جو دوئي کي نيند سي جاگي ناهين،
نال يار وصال نہ ٿيوي جو، موه ڪي روگ ڪو تياگي ناهين،
روحل عشق ميدان محبت، سو رهيہ سو مُڙ ڀاگي ناهين.

(ويد پراڻ جا لکين ڪتاب پڙهي، پر جيستائين نيڪ انسانن جي محفل ۾ نٿو ويهي، تيستائين رنگ ۾ رچي نٿو سگهي.

محبوب جو مک تيستائين ڏسي نٿو سگهي، جيستائين هو دوئيءَ جي ننڊ مان جاڳي نٿو. هن کي يار جو وصال ايستائين ملي نٿو سگهي، جيستائين هو لوڀ، لالچ کي تياڳي نٿو. روحل عشق جي ميدان ۾ اهو ئي

رهيو آهي، جيڪو پوئتي نهاري پڳو نه آهي.)

ناميارې ليکڪ لطف الله بدويءَ پنهنجي ڪتاب ’ڪنبڙي وارن جو ڪلام‘ ۾ لکيو آهي ته ”روايت آهي ته 1804ع ۾ روحل فقير هن فاني دنيا مان موڪلايو.“ بانڪيداس روحل فقير جي موڪلاڻيءَ کان هڪ سال اڳ ۾ پنهنجو شاعراڻو سفر شروع ڪري چڪو هو.

سنڌ ۾ روحل فقيرجي پٽن شاهو فقير،غلام علي فقير سان گڏ خليفو نبي بخش قاسم،نانڪ يوسف،صوفي دلپت ۽ صدرالدين چارڻ، بانڪيداس جا همعصرهئا. سامي، سچل سرمست ۽ صوفي صادق فقير جي عروج جو زمانو هو. سامي، ويدن جي واٽي ’سنڌيءَ‘ ۾ سٽائي رهيو هو سچل سرمست ۽ صوفي صادق فقير پنهنجي دورجي قصن، ڪهاڻين، المين، اداسين،۽ تلخين سان گڏ تصوف جا نقطابيان ڪري هئا.سچل سرمست وٽ نامور اديب تاج جويي جي لفظن ۾ جمال کان وڌيڪ جلال هو. هو جلالي ڪيفيت ۾ چوندو رهيو ته:

ڪو ڪيئن چوي ڪيئن چوي! جو ئي آهيان، سوئي آهان،
ڪو پنڌت چوي، ڪو سنت چوي، ڪو باغ بهار بسنت چوي،
ڪو ميراثي ڪلونت چوي، جوئي آهيان، سوئي آهيان.
ڪو صورت ۾ انسان چوي، ڪو شر پريو شيطان چوي،
ڪو مشرڪ،ڪو ملحد چوي جو ئي آهيان، سوئي آهيان.
ڪو مست ڪوئي سرمست چوي،ڪو راه تي دين درست چوي،
ڪو عاشق روز الست چوي، جو ئي آهيان، سوئي آهيان.
ڪو رنگي ڪو بيرنگ چوي، ڪو مستو مست ملنگ چوي،
ڪو ننگي ڪو بي ننگ چوي، جوئي آهيان، سوئي آهيان.
ڪو شڪ چوي، ناحق چوي، ڪو بات اها برحق چوي،





مون کي مرشد عبدالحق چوي، جوئي آهيان، سوئي آهيان.
ڪو خاص چوي، ڪو عام چوي،ڪو پختو چئي، ڪو خام چوي،
ڪو سُچو، سچو نام چوي، جو ئي آهيان،سوئي آهيان.

بانڪيداس کان اڳ ۾ چارڻ قبيلي مان سمنگ چارڻ، سومرا دور جو وڏو شاعر هو. هن ’ڏهه ڏاتار ۽ ست سورما‘ متعارف ڪرايا هئا، جيڪي جاڙيجا ۽ سما راجپوت هئا.وقت جي ستم ظريفي اها آهي ته سمنگ چارڻ جي فن، فڪر ۽ زندگيءَ تي تمام گهٽ ڪم ٿي سگهيو آهي.

اردو ٻولي جي ناميارې اديب سردار جعفريءَ پنهنجي ڪتاب ’ڪبير باني‘ جي مهاڳ* ۾ لکيو آهي ته ”پراڻن تاريخ نويسن کي شايد اها سڌ نه هئي ته تاريخ رڳو مخصوص واقعن جي لکت نه. پر سماجي ۽ معاشي رشتن جي تبديلي جو داستان به آهي ۽ فڪروشعور جو سفر به آهي.“

اهڙيءَ ريت بانڪيداس، فڪر ۽ شعور جي سفر جو منفرد شاعر آهي، جنهن جي شاعريءَ ۾ سونهن،سچ،سورهيائي خاص موضوع رهيا آهن. بانڪيداس وٽ ’شينهن‘ سورهيائيءَ جو اهڃاڻ آهي، جنهن کي هُن ڪيترن ئي نالن سان پنهنجي دوهن ۾ ڳايو آهي. ان سواءِ هن ’ڏوڙ پڇيسي‘ نالي ڪتاب ۾ ’ٻڙڏ‘ (ڊِڳي)کي پڻ بهادريءَ ۽ طاقت جي علامت ٻڌائي، لازوال شعر سرجيا آهن. انهيءَ ساڳيءَ ڪيفيت ۾ مزاحمتي دوهن جي اُٽت ڪندي، ’ڪاري نانگ‘ کي به سورهيائيءَ جي آدرش ۾ آڻي بيهاري ٿو.ان ڏس ۾ سندس ڪجهه مشهور دوها درج ڪجن ٿا:

امبر ري انگراج سُون، ڪيهر ڪيج ڪرنت،
هاڪ ڏرا اُپر هوئي، ڪم سهي ٻلونت

* ’ڪبير باني‘، صفحو 70

(آڪاش جي روپ سروپ جي ڪينچل به ڪيهر ڪان برداشت نه ٿيندي آهي، ڪارن ڪڪرن جي گجگوڙ ڪي هي جهنگل جو بادشاه پنهنجي لاءِ للڪار سمجهندو آهي.)

واگهه ڪري نهين ڪوٽ ون، واگهه ڪري نهين واڙ،
واگهان ري وڏ واوَسين، جهلي اگن جي جهاڙ.

(شينهن پنهنجي وجود جي بچاءَ لاءِ بن ۾ ڪو قلعو ۽ ڪوٽ نه جوڙائيندا آهن، نه وري ڪو ڪنڊيدار لوڙهو ڏياريندا آهن. شينهن جي واڌويجهه بن جي رکوالي ٿي پوندي آهي، ڪنهن ڪي مجال آهي، جو شينهن جي رهائش/ بن ڏانهن پير وڌائي، انهيءَ بن ۾ وڻ ۽ ٻوٽا آزاديءَ سان گل قل ۽ ڦل جهلندا آهن.)

مينگڙ اٿي آوَ مت، واگهان ڪيري واٽ،
آپ انگوٺان ميلهجان، ڪد يڪ هُسي اگهاٽ.

(ڪير به خوش ٿي شينهن واري واٽ تي نه هلي، ڪنهن ڪي به هن چنبي جو رڳو آگُونو ڏيکاريو ته اُن جي وجود جي رڦٽي نه جهلبي.)

سانوڻ جڙ هڙ گاج سُڻ، ڪيجي ارڙ ڪار،
جڳ سون اُلٽا جاٽٽا، واگها ٽٽا ويچار.

( شينهن ڪنهن به ريت روايت جا پابند نه هوندا آهن. سندن سوچ جڳ ڪان اُلٽي هوندي آهي، هو ڪنهن جو ذرو به تاب نه سهندا آهن. هو سانوڻ جي گجگوڙ تي به خار ڪائيندا آهن.)

چمرڏُهڙي نهين شينهن سر چتر نه ڏاري سهس،
هاٿڙ ري ٻڙ سُون هوئا، او مرگ راج آپيهس.

(شينهن پنهنجي جسم تي نه رنگين پوشاڪ پائيندا آهن. نه وري





سر تي تاج وغيره هوندو اٿن. بچاءَ لاءِ نه وٽن ڪا ڍال آهي، نه وري ڪو چمڙي جو ٽڪر، هو پنهنجي چنبي جي طاقت سان سمورن تي ڌٻڌٻو ويهاريندو آهي.)

ناهر جوگا جس نهين، اي گج وهتا ايک،
سرسرڪمڙ سگنڌ ري، پمر نه مانگي بيک.

(هاٿي ڪٽي ڪيڏو به هاٿيءَ ۾ وڏو آهي، پر شينهن جي پيٽ ۾ واڪاڻ جوڳو نه آهي، شينهن ڪي ساراهه جي پرواهه نه آهي، پر هُن جي مستيءَ جي ماٺهو بي اختيار واڪاڻ ڪندا آهن. پونئرن ڪڏهن به سرهاڻ جي خيرات نه گهري آهي،گلن جو وجود کين پاٺهي ڇڪي ايندو آهي.)

ڪاٻاڙي نت ڪاٽتا، جيڪ ڏي ڪهاڙا جهاڙ،
هووي ناهر واسڻ هُوئي، ون قدرت ري واڙ.

( ڪاٺير روزانو جنهن بن ۾ ٻي ڌٻو ٿي ڪهاڙن جي ڌڪن سان وڻ ڪيرائيندو هو انهيءَ بن ۾ جڏهن کان شينهن اچي ديرو ڄمايو آهي، تڏهن کان ڪاٺير جا انهيءَ ڏس پير به نٿا وڃن. جهنگل کي فطرت جي واڙ اچي وئي آهي.)

گهال گهتا گهر پاتلا، آيو ٿو مَ آپ،
سوتو ناهر نيند سُک، پهرو ڏي پرتاپ،

(شينهن گهٽن گهرن جي صفائي ڪري اچي ابدي ننڊ ستو آهي، پر هُن جي اهڙي ڌاڪ آهي، جو اجا ڪو ويجهو نٿو اچي، سندس ڌٻڌٻو اجا پهرو ڏئي رهيو آهي.)

سوتو ناهر نيند سک، سودولو ٻلونت،
وڻ ڪانئي مارگ ٻهي، پگ پگ هول پرنت،

(شينهن پنهنجو شڪار ڪري اڃي سڪ جي نندڍ ستو آهي، پر سندس دهشت ۽ دابو اهڙو آهي، جو ان علائقي ۾ واٽ جي وڻ جي واڇي، ۽ پيرن جي آهٽ تي چڱن پلن کان چرڪ نڪريو وڃي.)

نر ڪانئر آٽي نهين، لوڻ لهاج لگار،
ڏوڙي ڏن چوڙي ڏٽي، آٽي ملي آڻ بار

(ڪانئر ڪڏهن به نمڪ حلال نه ٿيندو آهي، هُن ۾ ڪڏهن به غيرت جاڳندي نه آهي، هو پنهنجي وجود بچائڻ لاءِ ڇِتي ڏينهن مالڪ کي ڇڏي، دشمن سان وڃي ملندو آهي.)

باوَر جيوُن سورڏنش بڻ، تلڪ ٻٽان دُج پوت،
بنو نه سوپي مور بڻ، گهاوَ ٻٽان رجپوت،

(اندلٺ بنا ميگهه رُت جي، تلڪ بنا برهمڻ جي پٽ جي، موڙ بنا گهوٽ جي، ننهن بنا سس لاءِ گهر جي خوبصورتي اڌوري آهي، تيئن گهاون بنا راجپوت جي سونهن اڻپوري آهي.)

شينهان ديس وديس سم، شينهان ڪيسا وطن،
شينهان جڪي ون سنچري، سو شينهان ون،

(شينهن لاءِ ديس پرديس ساڳيا آهن، هو جنهن به جهنگل ۾ رهندا آهن، سو سندن جهنگل هوندو آهي.)

شينهان وپت نه سم پوي، ٿالي جائي نه ٺاڙ
هاٿڙ سُون پل هيڪ ۾، شينهان هوئي سُڪاڙ

(شينهن جي جهڙپ جي سُڌ نه پوندي آهي، سندن هڪ وڪ به اجائي نه ويندي آهي. هو چنبي سان هڪ پل ۾ ڪاڏي جو ڍير ڪري ڇڏيندا آهن ۽ سندن لاءِ سُڪار تي پوندو آهي.)





ڪيهر ڪنڀ وڏاريو، گج موتي ڪريان،
جاڻو ڪاڙا جڙد سُون، اولا اوسريان،

(شينهن پنهنجي سگهه سان هاٿيءَ جي سونڍ رتورت ڪري ڇڏي آهي، هاٿي جا ڏند ٿمي رهيا آهن. ائين ٿو محسوس ٿئي ته ڄڻ ڪارن بادلن مان ڪنوڻ بکي رهي آهي.)

سُور نه پُوڇي ٽپڻو سگن نه ڏيکي سُور،
مرڻ نو منگل گڻي، سمر چڙهي مُک نور،

(سورهيه نه ٽپڻو پڇندو آهي، نه ڪو سنؤڻ ساٿ ڏسندو آهي. رڻ ۾ ويرگتيءَ کي هو راحت سمجهي ٿو جنهن جو تصور اچڻ سان هن جو چهرو چمڪي ٿو پوي.) *

ڪرپڻ جتن ڏن رو ڪري، ڪانئر جي جتن،
سور جتن آڻ رو ڪري، جڻ رو ڪاڏو ان.

(ڪنجوس سدائين دولت جو خيال رکندو آهي، ڪانئر سدائين پنهنجي وجود جي جتن ۾ هوندو آهي، پر سورهيه کي سدائين الڪو هوندو آهي ته جن جو هن اناج ڪاڌو آهي، تن جي ڪڏهن نمڪ حرامي نه ٿئي، انهي پرم لاءِ پنهنجي سر جو سودو ڪرڻ لاءِ تيار رهندو آهي.)

سڪي اميٺو صاحبو، نر پئي ڪاڙو نانگ،
سر راکي مڻ سيام ڏر ۾، ريجهي سنڌو راگ.

* ٻئي چوي ٿو ته:

سورهيه مرين سوپ کي دل جا وهم وسار،
هڻ ڀالا وڙهه ڀاڪرين، آڏي ڀال مڙار،
مٿان تيغ ترار، مار ته متارو ٿئين.

(سکي! منهنجو صاحب بي ٻيپي ڪاري نانگ وانگر آهي، پنهنجو سر اوندهي ڌرتيءَ تي مڻ جيان رکي، مٿي راڳ تي ريجهي پوندو آهي.)

سکي اميٽا ڪنٿ ري، پوري هٺ پرتيت،
ڪ جاسي سُرڌرا نگري، ڪ آسي رڻ جيت.

(سکي! مون کي پنهنجي ڪانڌ جي پوريءَ ريت پڪ آهي، جنهن تي آءٌ فخر ڪريان ٿي تہ رڻ ڀومِيءَ ۾ هو جيتي ايندو يا ويرگتي پائيندو.)

ڪا پُرسان فٺ ڪائران، جيوڻ لالچ جيان،
اُر ديکي ارٽان ۾، توڻ مُک مانجهل پيان.

(رڻ ڀومي ۾ ڪائرن کي جيئڻ جي لالچ آهي، تن کي معمولي زخم بہ پڇتاءُ ڏئي رهيا آهن، پر سندن وچ ۾ منهنجا محبوب! ويرن سان وڙهندي بہ تنهنجي منڙي مُنهن تي مرڪ آهي.)

ڪنڌ نہ ڦيري ڌُر وهي، ڌوڙا ايهي ڌرم،
راگهو جيان ري راکي، سيگان تٽي شرم.

(ڌوڙو ٻڙڌ (ڍڳو) ڪنهن خوف ڪان سواءِ سڌو پنهنجي رستي تي هلي رهيو آهي ڪنڌ بہ ڦيري نٿو. بي ڊپائي هن جو ڌرم آهي. مالڪ سندس سڱن ۾ ڪيڏو شرم ۽ حياءُ رکيو آهي.)

ڪٽيا گاڏا ڪاڍتو ڏي ڪانڌو وڙ دؤڙ،
هؤي ڌوڙو ٻوڍو هويو جگ پت سون ڪي جور.

(هي ڌوڙو ٻڙڌ ڪيڏا وڏا گاڏا پنهنجي ڪنڌ جي زور سان ڇڪيندو ويندو هو هاٽي تہ ويچارو اچي پوڙهو ٿيو آهي. اهڙا ڏينهن ڏسڻ جڳ جي ريت آهي، ان تي ڇا ٿو ڪري سگهجي.)

بانڪيداس جي شاعريءَ ۾ سنڌ جي اتهاس جو پڙاڏو ۽ فطري





حُسناڪيءَ جا منظر ملن ٿا. پروفيسر شڪتي ڏان، پنهنجي مشهور تحقيقي ڪتاب ’سوڍائڻ‘ ۾ سنڌ جي سمن حڪمرانن بابت بانڪيداس جا بہ دوها ڏنا آهن:

ماءِ ايسا پوت جڻ، جيها انڙ جام،
ڏيڌي سات سنڌ ام، جِمِ ڏيجي اِڪ گام[3].

(اُها ماءُ شل مُرڪي جنهن انڙ ڄام کي ڄڻيو آهي. هر ماءُ جي گود ۾ اهڙو گل ڪٿي؟ انڙڄام سپت سنڌوءَ جو راڄ (سانبل چارڻ) کي ائين ڏئي ڇڏيو جيئن هڪ ڳوٺ ڏبو آهي.)

لاکاپري سات پيڙهيان، ڄام انڙ هويو،
*ڄام انڙ پري اگياره پڙهيان، هيم هيڙائو هويو.

(لاکي کان ست پيڙهي اڳ ڄام انڙ ٿيو ۽ ڄام انڙ کان يارنهن پيڙهيون اڳ ۾ هيم هيڙائو نالي سمو ٿيو).

بانڪيداس جا حب الوطنيءَ جي عظيم ڪردار مارئيءَ متعلق بہ دوها ملن ٿا. هتي هڪ دوهو ڏجي ٿو جنهن ۾ مارئيءَ جو جنم هنڌ ’پالوا‘ ڏيکاريل آهي:

موتيان اُجلي مارئي، سورج پرنت ساک
*پوپت روپ پالواٽي، جيها جڙنت نہ لاک!

---

1. سمو، سنڌ جي سماٽ قبيلن مان آهي. هڪ لوڪ دوهي ۾ آهي تہ ”سنڌ سمو، ڪڇ چنو، ڀاٽي جيسلمير،“ سنڌ جو هي حڪمران قبيلو راجا يادوَ جو اولاد آهي، جنهن جو وڏو راجا ييياني هو. ڪتاب ”سمارا جهولٽا“ ۾ ڪوي چمن چارڻ لکيو آهي تہ سما ڪشتري (راجپوت يادُو ونسي (جادم ونسي) آهن.تاريخ جي مختلف ڪتابن مطابق شري ڪرشن جي ستين راڻي سامبتيءَ جو اولاد ’سماٽ‘ سڏجي ٿو. سمن اڳتي هلي اسلام قبول ڪيو، وڪرمي نائين صديءَ ۾ پٽيالا جي راڄ اندر ساماٽا ۽ پنجاب جو سماستا نالي شهر پڻ سمن جي هٽ هيٺ هو، سمن جي سنڌ ۾ سمانگر (سامئي) ۾ راڄڌاني هئي، جنهن کي ’ننگر ٺٽو‘ چيو ويو آهي. ڄام انڙ، هيم هيڙائو ۽ لاکو ڦلاڻي سنڌ جي سما خاندان جا ارڏا حڪمران رهيا آهن.

*نوٽ: هن دوهي ۾ ڄام انڙ جي پيڙهي ڏني وئي آهي.

(مارئي موتين کان بہ اُجري آهي، جنهن جي سونهن جي سورج پڻ شاهدي ڏي ٿو. پالواجي هن سندر روپ جهڙو لکن ۾ بہ هڪ نہ هوندو).

ڪجھ روايتون آهن تہ ٿر جي هِن لوڪ داستانن "سانچي" ۽ "مانڊل سونڊري" بابت ملندڙ شاعري بانڪيداس جي آهي، پر انهيءَ بابت اجا تحقيق جي ضرورت آهي. 'سانچي' جي قصي بابت پنج دوها هن وقت تائين ملي سگهيا آهن. تي سانچي جي واتان ۽ هڪ هن جي پيءُ سُجاڻي ۽ هڪ مڙس جي ڪردار کان چورايل آهي. سانچي جو قصو لوڪ روايتن ۾ هن ريت ملي ٿو تہ "سانچي ذات جي هڪ شاهوڪار سيٺ سُجاڻي جي حسين ڌيءَ هئي، سُجاڻي پنهنجي ڌيءَ عمرڪوٽ جي اوسواڙي ڪي پرڻائي ڏني هئي. وقت جي راجا جو عمرڪوٽ ۾ هڪ صوبيدار مقرر ڪيل هو عمرڪوٽ جي صوبيدار جڏهن سانچيءَ کي ڏٺو تہ مٿس موهت ٿي پيو پر سانچيءَ پنهنجو ست قائم رکيو. وقت جي وڏي ماڻهوءَ کي ڪا هڙ حاصل نہ ٿي."

## سانچيءَ جي واتان:

واڙ ڏيجي ڪيترني، واڙ ڪيترني جي ڪاءِ،
اَمِ راجا رنبي رعيت ني،تو ڪوڪ ڪڻ لگ جاءِ !

(ٻنيءَ کي (ٿر ۾) حفاظت لاءِ ڪنڊن جو لوڙهو ڏبو آهي. پر اها واڙ ٻني کائڻ شروع ڪري تہ ان جي رکوالي ڪير ڪندو؟ اهڙيءَ ريت راجا عوام جو رکوالو آهي، چوڪيدار چور ٿئي تہ پوءِ ان جي دانهن ڪنهن کي ڏِجي!)

رُت آوي بن موريا ڪليا ڪيتڪِي گُل
پنٿيا باپل ني اَم ڪيهجو پمرو نہ پسي گُل،

---

* بانڪيداس جي ان دوهي سان ملندڙ جلندڙ مفهوم وارو بيت لطيف سائينءَ وٽ بہ ملي ٿو:

پکي ۾ پدمڻي، ڏئي وراڪا وِج،
جهڙي صورت سج، تهڙي مورت مارئي.





(بسنت جي رُت اچڻ سان جهر جهنگ ڦٽي پيا آهن، گلن جي سڳنڌ تي ڀؤنر ڀنڀوليا پيا اچن. اي مسافر! منهنجي بابل کي ڇئجان اهڙي رُت ۾ منهنجو ڀؤنر مون کان ريسارو آهي. هُن جي لاءِ جڻ ڦل ٽڙيا ئي نہ آهن.)

ڪيهر مُڇ، ڀوئينگ مڻ، سرڻاگت سُوران،
ڪرپڻ ڌن ستي پنور هاٿ ڏيوڻ ڏي مُوئان.

(شينهن پنهنجي مُڇ تي، واسينگ نانگ پنهنجي مڻ تي جيئري ڪنهن کي هٿ لائڻ نہ ڏيندا آهن. سُوروير (بهادر) پيش پوڻ (سر جُهڪائڻ) جو ڪڏهن سوچي نٿو سگهي. اهڙيءَ ريت ڪنجوس (موذي) پنهنجي ملڪيت ۽ سيل سانديندڙ ناري پنهنجي ڇاتيءَ تي مرڻ تائين غير کي هٿ لائڻ نہ ڏيندا آهن.)

## سُجاڻيءَ جي واتان:

مين ڏيوي سروري، پاڻي پيئڻ ري ڪج،
هنسي چونچ نہ ٻوڙي، جي رو اُتر ڏيجو اج،

(تلاءَ پاڻي پيئڻ لاءِ هوندا آهن. پيئر پنهنجون ڌيئرون 'ڪنيادان' ڪندا آهن. پر اي هنس! تون تلاءُ مان هڪ چهنب بہ نہ ٿو ڀرين. ان جو ڪارڻ ڇا آهي؟ انهي راز جي ڳنڍ کولي ٻُڌاءِ.)

## مڙس جي واتان:

جس مارگيئي ڪيهر آويو رجي لگي ٽي،
اوکڙ اوپا سُڪين، نا چُوگين هرٽي.

(جنهن رستي تان شينهن گذريو هجي، ان جي پيرن جا نشان تازا هُجن، ان رستي تان هرڻ کي گذرڻ جي همت ڪيئن ٿيندي، اُهي رستا

سنسان رهندا آهن، سيم جو گاهہ سُڪي ويندو آهي، پر هرڻ ڪائي نہ سگهندا آهن.)

’مانڊل ۽ سونڊري‘ جي ڪهاڻي ٿر جو نيم تاريخي عشقيہ داستان آهي. هن داستان جا دوها ڏاڍا دلچسپ آهن. ۽ ٿر ۾ مچ ڪچهرين ۾ ڳايا ويندا آهن. ڪجهہ دوها هتي ڏجن ٿا:

هاڙيان هڙ چوڙو پيسو جيمڻ پات،
ايڪ ناجيمي سونڊرو ڪي من ۾ بات

(هاريو! هر چڏي اچو تہ پيٽ ڪائڻ لاءِ ويهون. هڪ سونڊرو نٿو ڪائي، خبر نہ آهي تہ سندس من ۾ ڪهڙي ڳالهہ آهي.)

اُتر ڏس اوڻ ڪي نگري، ويسانگري ان ڪو گام،
راجا مينگڙ راءِ ري ڏيڪري، مانڊل اوڻ ڪا نام.

(آءٌ جنهن جو عاشق آهيان، اُن جو ڳوٺ هتان کان اُتر طرف ويسانگري آهي، راجا مينگڙ راءِ جي ڇوڪري آهي ۽ مانڊل سندس نالو آهي.)

سونڊرو ساڪوٽيا، ڪري ٻيڳا ويس،
هل ٽُري تڪڙي، ڏيکان مانڊل ڪو ديس،

(سونڊرو گيڙو ويس پائي روانو ٿيو آهي. گهوڙي کي اِڙي هڻي چوي ٿو: جلدي هل تہ هلي مانڊل جو ديس ڏسُون.)

بهين نالا، بهين نديان، بهي چوماسو پرپُور
هُون پُوڇان پنٿيا ، مانڊل ڪتي هيڪ دورُ.

(نئيون ۽ نالا روانيءَ سان وهن پيا، چوماسي جي رُت پرپور جوڀن ۾ آهي. هن سهڻيءَ رت ۾ واٽهڙوءَ کان پُڇان پئي مانڊل اجا ڪيترو پري آهي.)





جوگڻ ٿيان ري جاليا، ڪڦر مان ري هاٿ،
در در بکيا مانگان، جائون سونڊري ساٿ.

(مانڊل، راهہ روڪيندڙ سان مخاطب ٿي چوي ٿي: ”اي جاليا! مون کي محبوب سان گڏ جوڳڻ ٿيڻ قبول آهي، ڪشتو هٿ ۾ کڻي در در بکيا گهُرنديس، پر سونڊري سان ئي گڏ وينديس“)

”سانچي“ ۽ ”مانڊل“، ”سونڊري“ جي دوهن تي نظر وجهجي ٿي تہ معلوم ٿئي ٿو تہ انهن ۾ جذبات ۽ احساسات جي اُها سگهہ ۽ جمالياتي نرالپ نہ آهي، جيڪا بانڪيداس جي ’همروت چٽيسيءَ‘ ۾ آهي، يا بانڪيداس جي ڪوتا جي ٻين مجموعن ۾ آهي. انهيءَ ڪري شڪ گاڏڙ راءِ جڙي ٿي تہ، ممڪن آهي تہ هي دوها بانڪيداس جا نہ هجن. يا اُنهن مان ڪي ٿورا دوها بانيڪداس جا هجن.

# همروٽ ڇٽيسي

بانڪيداس، امرڪوٽ (عمرڪوٽ) جي ساراهه ۾ ڇٽيهه دوها سرجيا آهن، جيڪي 'همروٽ ڇٽيسي' جي نالي سان مشهور آهن. 'همروٽ'، امراٽي يا امرڪوٽ کي سڏيو ويو آهي. همروٽ ڇٽيسيءَ جي جوڌپور، مارواڙ ۽ ٿر ۾ وڏي هاڪ ۽ ڌاڪ آهي. چارڻن ۽ ڀاٽن کي 'همروٽ ڇٽيسي' برزبان ياد آهي. ٿر جون ڪچهريون، هميشه 'همروٽ ڇٽيسي' جي حسناڪ ڪوتا سان گونججنديون ۽ سُونهنديون رهنديون آهن.

بانڪيداس جي 'همروٽ ڇٽيسيءَ' ۾ آفاقيت ۽ ڪمال درجي جي فني اُتُت آهي. اها شاعري اڄ به زمان، مڪان جي پابندي کي ٽوڙي ٿي، همروٽ ڇٽيسي ڪوتا جو هندورو آهي، جنهن ۾ عمرڪوٽ جو حُسن جهولي ٿو ست ست ۾ لفظي معنيٰ جو ميناج آهي، ته ڳوڙهن جي ڳُوڙهائي به آهي، راٺن راجپوتن جون ريتون رسمون به آهن ته سنڌن سورهيائيءَ جا ڪارناما به آهن. تلوارن جي تيج به آهي، سهڻن سرڙين جي اجهل چِڪ به آهي، لانبي تلاءَ جي پٽگهٽ (نار) تي پڻياريُن جي ڀيلهڙن جي لوڏ ڪان وٺي نماڻين اکڙين جي احساسن تائين ذاتي حُسن جي تصويرڪشي موجود آهي. 'پرين ۽ سنڌس پار' بابت هن وٽ هڪ حسين تصور آهي. 'همروٽ ڇٽيسي' پڙهندي من ۾ پٽائيءَ جي ست "ڪنواريون ۽ ڪنول، هل ته پسون ڪاڪ جا" واري ڪيفيت محسوس ٿئي ٿي.

بانڪيداس، ڪوتا کي 'روحانيت جي رومال' ۾ ويڙهڻ بدران





مجاز جي ٿڏي ٿڏي چانڊوڪيءَ ۾ چنگ وانگر وڄائي ٿو. پرتري هريءَ وانگر عورت جي حُسن ۽ جهنگ جي نظارن کي اکين جو ٺار سمجهي ٿو.

هن دوهن جي مالها ۾ بانڪيداس، حسين ڪاماڻين جي ڇاتيءَ جي ڇلڪاءَ سان گڏ وراڪا ڏيندڙ سنهڙي ڇيله تي به لکيو آهي، ته تن جي تشنگيءَ تي به لکيو آهي، پر هن تمثيل جو سهارو ورتو آهي، هن جي روح ۾ عشق جو گولو ٻري ٿو. همروٽ ڇٽيسيءَ جي هر ست اٽيي ۽ الوٽي جيون ۾ تيل قليل جو جڻ سامان آهي.

هن ۾ ٻوليءَ جو جوبن ۽ شعري حُسناڪيون دل لڀائيندڙ آهن، مون کي ڄاڻ نه آهي ته جديد سنڌي شاعريءَ جي وڏي نانءَ شيخ اياز جي لکڻين ۾ ڪٿي به هن ڪويءَ جو ذڪر ڇو نه آهي؟ شيخ اياز کي ننڍي کنڊ جي هر اهم شاعر جي سُڌ هئي ۽ سنڌس مطالعو وسيع ۽ ڀرپور هو پوءِ هو ڇو بانڪيداس هن جي اپياس کان ڏور رهيو. بانڪيداس، موجوده دور ۾ ڪاليداس، اُمارو ۽ پرتري هريءَ جي قبيلي جو شاعر آهي.

'همروٽ ڇٽيسي' عمرڪوٽ جي تاريخ ۽ تهذيب سان گڏ جسماني خوشبوءِ جي ڦهلاءُ جي ڪوتا آهي، پر هن جون سون ورٽيون ستون نه معلوم ڇو شيخ اياز جي اک چڙهي نه سگهيون؟

'تاريخ ريگستان' ۽ 'امرڪوٽ جو اتهاس' جي تحريرن ۾ بانڪيداس جا دوها ته آهن، پر ڪٿي به بانڪيداس جو نالو نه ڏنو ويو آهي. سنڌس نالو گم رهڻ جو آخر ڪهڙو ڪارڻ آهي؟ اهو معلوم ٿي نه سگهيو آهي. پر هن جي شاعريءَ جو مناس ماڻهن کان پري نه رهيو آهي.

بدنصيبيءَ سان برصغير جي ٻين بلند پايي جي شاعرن وانگر بانڪيداس کي ڪو سچو ۽ کرو نقاد نه ملي سگهيو 'همروٽ ڇٽيسيءَ' جا، ٿر جي تاريخ ۽ جماليات بابت عڪس، سنڌي ۽ هنديءَ جي ڪتابن ۾ موجود رهيا آهن.

پيرو مل مهرچند آڏواڻيءَ پنهنجي ڪتاب ’سوڍن جي صاحبيءَ‘، رائچند هريجن تاريخي ڪتاب ’تاريخ ريگستان‘، پروفيسر شڪتيڏان پنهنجي تخليق ’سوڍائڻ‘، عبدالواحد آريسر پنهنجي خوبصورت شاعراڻي نثر جي ڪتاب ’چانڊوڪيون ۽ چيٽ‘ ۽ ڊاڪٽر غلام محمد لاکي ’تالاب عمرڪوٽ‘ عنوان سان لکيل مضمون ۾ ’همروٽ چيتسيءَ‘ جا دوها ڏنا آهن:

امراڻو امرا پُري، ڏرُا سرنگي ڍاٽ،
رهي جو سوڍو راجوي، پهه پنوارن پاٽ.

(امراڻو ڏرتيءَ تي امراپُري (دلڪش ماڳ) آهي. ڍاٽ جا هي دڙا، جتي پرمار سوڍن جي صاحبي آهي، ڏسنديـن تہ اتي جي ريت سرڳ سمان آهي.)*

ڪيهر لنڪي گوريان، ڍولا چتر سُجاڻ،
بڙ جهڪيا لانبي سران، آيو گڊ امراڻ.

(جتي چيتي جي سنهڙي چيلهہ واريون سُندر ناريون هجن، جتي مرد سياڻا ۽ بهادر هجن، جتي لانبي جي تلاءَ تي بڙ جي وڻن جا جهڳٽا هجن، تہ پڪ ڄاڻجان اهي آثار امراڻي گڊ (قلعي) جا آهن.)

انڪڙيان اٽيليان، ڪاجل ريک ڪيانهہ،
پنيليان پاوويا، لاج سنيهہ ليانهہ.

*شيخ اياز پنهنجي هڪ شعر ۾ ٿرجي فطري حسناڪي سرڳ سمان بيان ڪندي ائين چيو آهي تہ:
ساٿي مون دنيا گهمي چونڊيو آهي ٿر،
جڻ ڪنهن سرڳ سمان آ واريءَ تي هي گهر،
سانجهيءَ وير امر، هي رتيءَ ريت تي.





(حُسن جا اُهڃاڻ هتي دنگ نٿا ڪن. امراڻي جي پدمڻين جون وڏيون ۽ ڪجل پيريون اکيون حيا ۽ حُسن جو اوتارو آهن. انهن مٿان ڪارا پرُون، سونهن کي ويتر وڌائين ٿا. اکين جي لڄ ۽ جُهڪاءُ نينهن وارن لاءِ نياپو ٿي پوي ٿو.)

”ڏرا سرنگي ڍاٽ“، ”ڪيهرلنڪي گوريان“، ”انڪڙيان اٽيليان“ جُون ترڪيبون ۽ تشبيهون. فطرت ۽ زندگيءَ جي سنگم جون صورت گيريون آهن. جيڪي بانڪيداس جي شاعريءَ کي امرتا بخشن ٿيون. اهڙيءَ ريت بانڪيداس جي خيالن جي اُڏام، ڪاليداس، شاهہ لطيف ۽ پرتري هريءَ جي فڪر ۽ حسناڪيءَ کي ڇهندي نظر اچي ٿي.

مثال طور:

## ڪوي ڪاليداس:

”تنهنجون اکيون ڪنول جي پتن وانگر آهن،
تنهنجو ’مُک ڪنول وانگر آهي،
تنهنجا چپ ڪچا ڪونپل آهن ۽
تنهنجا انگ چمپڪ جي پنن وانگيان آهن.“

## پرتري هري:

”ڪامڻي پاڻ کي چنڊ جي ڪرڻن کان
جهنگ جي وڻن ۾ ڇُپائي ٿي،
۽ پنهنجو چولو مٿي ڪري ٿي،
جنهن ۾ هن جا اُرهہ ڏيکيل آهن.“

## شاهہ لطيف:

سون ورڻيون سوڍيون، رُپي رانديون ڪن.

—

گنير گت سِڪن، چلڻ جي چاهه پئي.

—

مومل ڪي مجاز جا، اکين ۾ انبور

—

سجڻ سُتا وِلهه ۾، چوٽا پري ڪپور.

—

مڙهيا گهٽو مُشڪ سين، چوٽا ساڻ چندن

—

تارا، تر، تروڪڙيون، مٿن قلڙيون

—

جهڙا گل گلاب جا، تهڙا مٿن ويس،
چوٽا تيل چنبيليا، هاها هو هميش.

ڪوي بانڪيداس جو به اهڙو ئي خوبصورت انداز آهي:

ڪمل جيسي ڪماريان، ڪر، چوڙا رنگيا چول.
[(امراڻي جي) سندر نارين جا هٿ ڪنول جهڙا آهن، سندن ٻانهن تي رنگين چوڙا پاتل آهن.]

ڪومل راتا پاتلا ، اڌر جڪان را ايڪ
[مسافر! (منهنجي امراڻي جي) حسن کي تون ڏسندين ڇا؟ سندر نارين جا چپ ڳاڙها، نازڪ ۽ سنهڙا آهن.]
ايڪي ڏنان ڏٺ، سهه چمپڪ مال
[(امراڻي جون) پدميڻون سڀ هڪ جهڙيون آهن، هڪ ڏٺي جڻ سڀئي ڏٺئي، چمپا جي مالها وانگر آهن.]





—

هيم ڪڙس انگ اوپر نير ڪڙس سرليئه
[چيتي جهڙي سنهي چيلهه رکندڙ ڪامڻين جي ڇاتي پوري پريل آهي جڻ سون رنگا ٻه مٽ ڪامڻين جي ڇاتيءَ تي رکيل آهن، ٻه گهڙا مٿي تي رکيل آهن.]

—

پري هيم ورڻيا، ڌوڌ ورڻو نير
[رنگين ڪپڙن ۾ سوني رنگ واريون سندريون ڪير جهڙو اڇو ۽ شفاف پاڻي پريندي، سونهن کي انتها تي پهچائيندڙيون آهن.]

—

گج گت جاوي گوريان، لانبي سرجل ليڻ
[هي حسين ناريون ٻيلهڙا مٿي تي رکي، لانبي تلاءَ ڏانهن هاٿي واري ڏيمي چال سان پاڻي ڀرڻ روزانو وڃن ٿيون.]

—

انگ انگ منجهه اوڦٽي، جوَ وَن آئُون جام
[(امراڻي جي ڪامڻين جي) انگ انگ ۾ اٿ ئي پهر جوڀن جو جام ڇُلڪي رهيو آهي، جواني ٿهڪي رهي آهي.]
ڀٽائي پنهنجي شاعريءَ ۾ لنڪا جو ذڪر ڪندي چوي ٿو ته:

سڻي سون لنڪا جو سڪ نه ساموندين.

بانڪيداس جي شاعريءَ ۾ سينگل، سريلنڪا علائقي جي علامت طور ڪم آندل آهي. بانڪيداس سينگل جي سونهن ڀاڻ جي ڌرتيءَ سان ڀيهاري ٿو:

چيري پونم چندر، ڪاڌي ڪامڻيانهه،
ڪايه سينگل ڀاڻ ڌر ديکو دامڻيانهه،

(قدرت واري) پونم جي چنڊ کي به اڌ ڪري هڪ حصي مان امراڻي جون حسين نارين ۾ ٻئي حصي مان سينگل(سري لنڪا)جون ڪامڻيون تخليق ڪيون آهن.)

هندي جي نامور شاعر ملڪ محمد جائسيءَ پنهنجي مشهور تخليق پدماوت ۾ چيو آهي ته:

ناسِڪ کين کڙڪ کي ڌارا،
کين لنڪ جَن کيهر هارا.

[نڪ سنهو تلوار جي ڌار وانگر آهي، سنهڙي چيلهه جنهن کان چيتي به هار کاڌي.]

بارهن اڀرن، سورهه سنگارا،
قوهه سونهه نهه سس اجيارا،
سس سڪ لنڪر هي نهه پوجا،
تو نڪلنڪ نه سر کوءِ دوجا.

[تنهنجي ٻارهن ۽ سورهن سينگارن جي برابر چنڊ جي روشني ڪجهه به نه آهي، چنڊ کي ڪارو داغ آهي، جنهن جي پوجا نٿي ٿئي، تون بي داغ آهين،تون بي داغ آهين ۽ ٻيو ڪو به تنهنجي برابر نه آهي.]

ملڪ محمد جائسيءَ جي تخليق ۾ هڪ پدماوت سهڻي آهي، پر بانڪيداس جي ڪوتا ۾ عمرڪوٽ جي هر ناري، ڪيهر لنڪي، گوري ۽ سونهن جي ديوي آهي. هڪ ڏٺي جڻ سڀ ڏٺيون، هر ناري سڪوتري آهي. بانڪيداس چوي ٿو ته اهڙي سونهن ڏسڻ لاءِ پوري هند ڌرتي ڇڏي، سنڌ جي سهڻي علائقي ڍاٽ ڏانهن هليو اچ.

ڌن امراڻو ڍاٽ ڌر پدمڻيان ٻن پار،
سهه ناري سيڪو تري، ڌرتي هند ڌڪار.





[امراڻي ۽ ڍاٽ جون پدمڻيون ڏسڻيون اٿئي ته ٻئي پار ڏي نه ڏس ! هند جي ڌرتي به ڇڏي اچ. جو هتي جي هر سندري سيڪوتريءَ جهڙي آهي.]

هنديءَ جو شاعر پياري لال پنهنجي هڪ شعر ۾ پدمڻيءَ جي ساراهه ڪندي چوي ٿو ته:

چمپڪ ورڻي پدمڻي ات ڪومل سو انگ،
پدم گنڌ جا تن بسي،ڀنور نه ڇوڙت سنگ،
شيل ونت اور پت ورتا چندر مکي پڪ بين،
مڌر ڀامڻي اجلا لجاوت هين نين.

(چمپڪ گل جي رنگ جهڙي پدمڻي جو سارو بدن تمام گهڻو ڪومل آهي،ڪنول جي گل جي خوشبوءِ هن جي تن ۾ وسي ٿي، انهي ڪري ڀنور هن جو ساٿ نٿو ڇڏي،سنن لڇڻن واري شيل ونتي مڙس جي فرمانبردار ناريءَ جو مُک چنڊ جهڙو چمڪندڙ ۽ آواز ڪوئل جهڙو آهي، سندس اکيون نماڻيون ۽ حيادار آهن.)

بانڪيداس، امراڻي جي حُسن جا پار ڏيندي پوري شدت سان سونهن کي ساراهيو آهي. هن پياري لال وانگر امراڻي جي حسن جا اهڃاڻ ڏنا آهن.

تاريخ جي ورقن ۾ اهو رتن ڳولڻ جي ضرورت آهي، جيڪو هڪ حسينا ماڻڻ جي لاءِ سينڏل ويو هو جنهن کي بانڪيداس ميار ڏيندي چيو ته هو عمرڪوٽ چو نه آيو؟!

همروت ڇيتسيءَ جو مطلب همرڪوٽ (امرڪوٽ) جا ڇٽيهه دوها آهي، ’همروٹ‘ جي آخري دوهي ۾ بانڪيداس چوي ٿو ته ’هي ڇٽيهه دوها مون امرڪوٽ جي باري ۾ چيا آهن.‘

لوڪ ادب جي خاڪ ڇاڻيندي، مون کي بانڪيداس جا چار ٻيا دوها

عمرڪوٽ بابت مليا آهن. پر اهي همروٽ چٽيسيءَ جو حصو نہ آهن.

شهر وسايو سومري، امرڪوٽ ڪهرايہ.
ڪهجي امرڪوٽ تي، سوڍان ليڌر آيہ.

(امرڪوٽ جو شهر سومري حاڪم وسايو ۽ امرڪوٽ سڏجڻ لڳو سوڍن ملڪ جي مشهور شهر ڪي پنهنجي قبضي ۾ ورتو.)

عمر هتو دوسرو، هونتو نام همير.
* تئہ همروٽ ڪهاوهي، سک ڪرنير سمير.

(عمر ٻيو بادشاهہ هو جنهن جو نالو همير پڻ هو اُن ڪري امرڪوٽ هميرڪوٽ يا همروٽ سڏجي ٿو هي شهر سک جو ساگر آهي.)

شير شاهہ دلي تخت، ٻينو ٻل نج ٻانهہ،
امراٽو جڏ اويو، سرس همايون ساهہ.

(شير شاهہ سوري پنهنجي طاقت جي ٻل تي مغلن کان دهلي ڦري ورتي، تڏهن ڪين سر بچائڻ جي ڪٿي بہ جاءِ نہ ملي، همايون سنڌ ڏانهن اُسهيو امراٽي پهچڻ تي پيٽ ۾ ساهہ پيو)

جت اڪبر جنميو، جائِي ڏوُن وي راءِ
هوئو هند اڪليم ۾، صاحب شهنشاهہ.

(همايون کي (امراٽي جي ڌرتيءَ تي) اڪبر جهڙو پٽ جنميو هن متيءَ جو چا ڪمال آهي، جو جلاوطن ٿي آيل همايون جو پٽ هند اڪليم جو شنهشاهہ ٿيو.)

---

* هي سٽ هيئن بہ ملي ٿي تہ:

1. عمر هندو دوسرو، هونتو نام همير
2. عمر ٻيجو سومرو هوتو نام همير

لفظ هنتو ڍاٽڪي جو آهي ۽ لفظ هندو پڻ ڍاٽڪي ۽ جيسلميري ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معني آهي ’هوندو هو‘ يا ’هو‘. اهو لفظ ٿر ۾ سامروٽيءَ جي پٽي ۾ ڪجهہ قبيلن ۾ ڳالهايو ويندو آهي،انهيءَ ساڳيءَ سٽ ۾ شاعر لفظ ’هونتو‘ بہ ’هوندو هو‘ جي معنيٰ ۾ ڪم آندو آهي.





هي دوها پڙهڻ سان پتو پوي ٿو تہ بانڪيداس تاريخ جو وڏو ڄاڻو هو. عمر سومري جي حوالي سان ملندڙ دوها تضادن سان گهيريل آهن، ساڳيءَ ريت اهي دوها ٻولي جي حوالي سان بانڪيداس جي ڪوتا جو حصو هجڻ بابت تحقيق جي ضرورت آهي.

هرڏان چارڻ (گڍڙي چارڻ جي)سان ٿيل ڪچهريءَ، پروفيسر شڪتيڏان جي ڪتابن ”سوڍائڻ“ ۽ ”رنگ ڀني“، باغ علي شوق جي ”راجستاني زبان و ادب“ ۾ اهي چارئي دوها بانڪيداس جي حوالي سان نہ ملي سگهيا آهن.

جيئن تہ همروٽ چٽيسي صرف چٽيهہ دوهن تي ٻڌل آهي، ان ڪري جيڪڏهن هي دوها بانڪيداس جا آهن، تہ انهن کي متفرقہ دوهن ۾ شامل ڪري سگهجي ٿو.

مون هن ڪتاب ۾ پيار جي آبشارن جهڙي ”همروٽ چيتسي“ جي دوهن کي هندي ۽ سنڌيءَ جي مختلف ڪتابن ۽ سينن جي سمونڊ مان سهيڙي، محبت واري ڪيفيت ۾ گڏ ڪيو آهي. لفظن جي اُچار، صورتخطيءَ، معنيٰ، منظر ۽ پيش منظر کي بيان ڪندي غلطي بہ ٿي سگهي ٿي، ان ڪري پڙهندڙن کي پورو حق آهي تہ اهي خلوص دل سان نشاندهي ۽ تنقيد ڪري سگهن ٿا.

اسان جي لوڪ ادب سان وڏو الميو اهو رهيو آهي، جو ان کي اڪثرناشناس نقادن جون پنهنجي عقيدي ۽ مسلڪ واريون اکيون ۾ ميرا هٿ مليا آهن، جن ڪري ۽ ڪوتي، سُني ۽ سُرهي جي پرک ڪانسواءِ گلن ڦلن سان گڏ ڪکن، ڪانن کي بہ سيهڙيو آهي، انهن عالمن آڏو سونهن سرهاڻ ۽ نفاست کان وڌيڪ تعداد جي اهميت رهي آهي. هن المئي جي ڪري اسان پنهنجي صدين جي امرورثي سان سگهارو فني ۽ فڪري تسلسل

جوڙي نہ سگهيا آهيون.

منهنجي لاءِ لوڪ ادب ’ڏٽ‘ جيان رهيو آهي. مون پٽائيءَ جي هيءَ سٽ هميشہ آڏو رکي آهي:

سمر ڪيائون سچ ۾، ڏوري ڏٽ لهي.

آءٌ لوڪ ادب لاءِ ’ڏوٽيئڙو‘ ٿي وڌيو آهيان. منهنجي ڪوشش رهي آهي تہ انڌن اونڌن نقادن جي غلط تشريح ۽ سهيڙ وارين سٽن کي ريٽي،قومن جي نفسيات واري آئيني ۾ صدين جي سچ کي ڌار ڪري چمڪايان. انهيءَ لاءِ لوڪ ادب جي لوڪ ڪهاڻين ۽ لوڪ ڪوتا جي تمثلين محاورن، استعارن ۽ علامتن جو ڪنهن صوفيءَ جي سوچ ”سنو چونڊي ڪٺو ۽ خراب کي ڇڏي ڏيو“ وانگر ڇنڊڇاڻ ڪئي اٿم. ميڙا چونڊيءَ ۾ انهن سٽن کي شامل ڪرڻ جا جتن ڪيا اٿم. جن تي پوئر پنيوليا آهن، جن ۾ لهوءَ کي گرمائڻ جي سگهہ آهي، جيڪي مُرده ضميرن لاءِ آب حيات جو ڪم ڏين ٿا، جن کي حقيقي زندگيءَ جي فلسفي ۾ شامل ڪري سگهجي ۽ جيڪي آرٽ جي ڪنهن ڪارج ۾ ڪم اچن، روز نوان اُمنگ اُپارين، ۽ پانڌيئڙن لاءِ اُتساهہ جو ذريعو بڻجن.

’همروٽ ڇتيسيءَ‘ ۾ طلب جي تنوار ڪان آجيءَ لگن سان فن جي پروڙ ڪئي اٿم. منهجي نظر۾ همروٽ ڇتيسي، ڪاليداس جي ’ميگهہ دوت‘ جهڙي ڪوتا آهي. بانڪيداس اعليٰ انداز سان ڏسي ٿو تہ مسافر منهنجو امراڻو هيئن ۽ هھڙو سُهڻو ۽ سُهاوڻو آهي!

نئڍي کنڊ ۾ ’ميگهہ دوت‘ جي طرز تي ڊاڪٽر منوهر شرما پڻ ’ڪونجا‘ جي عنوان سان هڪ طويل نظم لکيو آهي، جيڪو ريگستاني ٻوليءَ ۾ آهي:

من موتي تن اُوجلو، نرمل جات سوپاؤ
ڌاران چالي ڌوڌري، نئي امرت رو درياؤ





–

اي امبر ري گنگا
مَروڻ ني لي جيا ايڪ سنديسرو
رُڪ رُڪ سُڌ آوي ري
تون امبر ري اپسر ا، مهي ڌرتي را لوگ ،
ٿاري من ۾ مور سمايو مهاري من ۾ روگ
اي امبر ري سوپا
مَروڻ ني لي جيا ايڪ سنديسرو
پيجلي سَرٽان وي...

(اي آسمان جي گنگا،منهنجو هڪ نماڻو عرض آهي، هو جنهن جو من موتي جهڙو، تن اڇو اجرو ۽ سياءُ جي انتهائي نرمل آهي، جنهن جو هلڻ کير جي ڌارا وانگر آهي يا امرت جو نئون درياھ آهي. انهيءَ حسينا لاءِ منهنجو سنيهو کڻي وڃ، ڪيس ڇئجانءِ تون آڪاش جي اپسرا آهين ، اسين ڌرتيءَ جا ماڻهو تنهنجي من ۾ مور ٿهوڪن ٿا، منهنجي من ۾ درد آهن. اي آسمان جي سونهن! منهنجو هڪ نياپو کڻي وڃ، هُن ڪنوڻ جيان ڪلنڌڙ کي وڃي ڏجان.)

سنڌ جي ڪلاسيڪل توڙي جديد شاعرن عمرڪوٽ/ امرڪوٽ کي سُر مارئي، سُر سارنگ، سُرمومل راڻي سميت مختلف سُرن ۽ ڪردارن ۾ ڳايو آهي. شاهہ لطيف، سچل سرمست، مراد فقير، خليفي نبي بخش قاسم، صوفي صادق فقير، عبدالرحيم گرهوڙي، حمل فقير، حاجي احمد ملاح ۽ شيخ اياز ڪان وٺي موسيٰ راز، مير حسن آريسر، حاحي ساند، نماڻي سنڌي، سائينداد مگريي ۽ خطائي ٽيبي تائين ڌرتيءَ جي خوبصورت شاعرن جي شاعريءَ ۾ امرڪوٽ/ عمرڪوٽ جو حسن، تاريخ جو تجلو

فطرت جي ڦلواڙي، دردن جا داستان، مٿيءَ سان محبت جا منظر سمايل آهن. نموني طور ڪجهه شاعري هيٺ ڏجي ٿي.

**لطيف سائين:**

ڍٽ ڍري پٽ پيئون، ٿيا ولهارن وي،

–

ڪنين اڇي امرڪوٽ تان وسايا ولهار

–

اڇي امرڪوٽ ۾ ڪنديس ڪان ڪُريت

–

**مراد فقير:**

ورسي پٽ پدمات جا، ٻن پئي هالار ،
ڏٺي منهن ميهار، ڏکيا ڏينهن نہ ساريان.

**حاجي احمد ملاح:**

ڏٺم اڄ اکين سان عمرڪوٽ کي
عقل چرخ ڏسندي عجب اوٺ کي،

–

لکين آفرينو عمرگهوٽ کي،
پلين ماءُ جائو بہ جاموٽ کي،





مٿي هيٺ نقشو نهاريو ويو
پٽن پر برابر بهاريو ويو

–

نہ صدين ڪنان سو سڌاريو ويو
اڃا اڪ پرائي ٿو اڪروٽ کي.

–

سونهن ساوڪون قِسم گُل گاهہ جا،
ويهي جهاڙ جانچيم پيجي جوٽ کي.

–

وڏو ويڪروڦير ڦرندو بہ ڪوهہ،
مٿي ڪرڪ وارِي لڳو ڪوٽ لوهہ،

–

دونالين جي ڏوڏو ڪنديس اڄ بہ ڪوهہ؟
دٻائي ٿو دشمن جي دٻڙوٽ کي.

–

ڏکڻ طرف پٽ پيا طرف باغ و بهار،
عنب انب انجير ليمان ليار،
ڪٿان گل، ڪٿان ڪيوڙا در قطار،
ڏسي باغ چڏيو بدن ٿوٽ کي.

_

ٻڙودو بيڪانير ۾ هِند تي،
جهليو ڪنهن نہ چئنچل سندن چوٽ کي.

_

اول ابن سومار پونگر پلير،
چنيسر، ننگر شير دودو دلير،
ٻہ طائي ۽ طاهر هئا چٽ چڳير،
مُڙن ڪين چون مهٽو چون موٽ کي

_

عمر ڪوٽ آهي، نہ آهي امير،
نہ سينهڙو، نہ پنرو، نہ راٺو همير،
نہ مومل نہ مارئي، نہ مارو ملير،
مڙئي مُنهن پيا موت اڻ موٽ کي.

_

عمرڪوٽ احوال ڏي ٿو ايهو،
حڪومت هلايو تہ هڪ ٿي ٻيهو،
ٿين چڙو چڙ، تن ڇيهائي ڇيهو،
پنن لوڪ لاشڪ ڪٽي لوٽ کي.

(طويل نظم جا شعر)





**حاجي ساند:**

اتران اٿي آئيون، پسائيون پدمات،
رهيون روحل واءِ تي ريلا ڪري رات،
پيارڻ چا پرپات، ڏوتل منهنجي ديس جي.

**مير حسن آريسر** * :

امراٺي جي رات جوڳي جاڳن پٽ تي،
سيني صلاحون ڪندي پرهہ ٿي پرپات،
مومل ملاقات، راٺي کهڙي ريت ٿئي؟

_

جوڳي کهڙي جوءِ جا آيا امراٺي،
رات ٻڌي راٺي، واکيا تن جي وتري.

_

امراٺي جو ريت، سيج ٿيو سامين لئہ،
اپ چمر چانئيو ، شامياٽي سميت،
خوشبوءِ خوشبوءِ ڪيت،هوا هندورو ٻٽي.

**سائينداد مگريو:**

تڪيون وينا تارا امر ڪوٽ ۾ ،
اسين عشق وارا امرڪوٽ ۾.

* رسي ويل راڻي کي پرچائڻ جي لاءِ مومل جو قافلو عمرڪوٽ ۾ جوڳي جي ويس ۾ عمرڪوٽ آيو هو. انهي منظرجا جا بيت

نہ تون،تنهنجو روئڻ نہ مرڪڻ متي،
جيئون پيا اُڏارا امرڪوٽ ۾.
رهيا سنڌ جي سينڌ ۾ رنگ جيان،
ٻہ تي ڏات وارا امرڪوٽ ۾.
هو روپي جا ڏوڙي، هو ڏرتي ڏٽي،
هو ڪولهي هو ڪارا امر ڪوٽ ۾.
هي لانبو هي نارو، امر جو قلعو،
هي راٽي جا پارا امرڪوٽ ۾.
جي هيڪر اچين تون ورهائي چڙيان،
ڪي خوشبوءَ جا ڪارا امرڪوٽ ۾ .
سُتو لوڪ سارو سُتو سائينداد،
سُتا سُور سارا امرڪوٽ ۾.

ولهار ۾ پدمات عمرڪوٽ جا حصا آهن. ولهار وقت جي مشهور ڍنڍ بہ رهي آهي، جنهن جا آثار موجود آهن.

ڪوي چمن چارڻ چيلهار جي سخي جوجهارسنگهہ جي سخاوت جو ورڻ ڪندي عمرڪوٽ جي قلعي کي ساراهيو آهي.

سوڍو سورج سريڪو انجسي گڊ امراڻ.

پارڪر جي معرڪي ۾ سوڍن ۽ ڪولهين جي ڪوپائيءَ جا ڪوڏ ڪندي چارڻن امرڪوٽ جي قلعي کي وساريو نہ آهي.

ڪاررنجهر انجس ڪري، انجسي گڊ امراڻ،
آپ تٽي ڏرا اوجلي، ڪيڏي تين ڪلياڻ





(اي سوڍا ڪلياڻ! تو پنهنجي متي جو مان متانهون ڪيو آهي، تو تي ڪارونجهر فخر ڪري ٿو ۽ توکي امراڻ گڊ بہ سلام پيش ڪندو)
ٿر جي لوڪ گيتن ۾ بہ عمرڪوٽ ذڪر ملي ٿو:

امراٽي جائي جو ڇوڙلو لائي جو .....
امراٽي ري مارگئي مروو روپيو ڙي ....

۽ ٻيا بہ ڪيترائي ٿري لوڪ گيت آهن.جن ۾ امراٽي جي حسن جي هاڪ آهي. هندي، مارواڙي ۽ ڍاٽڪي شاعري ۾ امرڪوٽ (عمرڪوٽ) کي ڳائڻ جا ٻيا بہ ڪيترائي مثال موجود آهن. سامين جي پُري سلسلي جي شاعر ڏونگر پري ۽ سندس چيلي لکمي مالهي جي واٽين ۾ امراٽو ڳايل آهي. پروفيسر سڪتيڏان جي شاعري جو مجموعو ڏرا سرنگي ڍاٽ ٿر ۽ عمرڪوٽ جي پسمنظر ۾ آهي. ڪوي جوجهاڏان جي ڪوتا ۾ بہ امرڪوٽ (عمرڪوٽ) جو ذڪر ملي ٿو . چارڻ ڪوين جي هڪ پراچين دوهي ۾ آهي تہ ؛

پرلي پاڙ نہ جاٽي، جگ جگ رهہ جماڻ
بڪماڏي ري بيڏئي ڪوجيو گڊ امراڻ

# ڪوتا جو ڪردار عمرڪوٽ/امراٽو

سنڌ جي ڪلاسيڪل توڙي جديد شاعرن عمرڪوٽ/ امرڪوٽ کي سُر مارئي، سُر سارنگ، سُرمومل راڻي سميت مختلف سُرن ۾ ڪردارن ۾ ڳايو آهي. شاهه لطيف، سچل سرمست، مراد فقير، خليفي نبي بخش قاسم، صوفي صادق فقير، عبدالرحيم گرهوڙي، حمل فقير، حاجي احمد ملاح ۽ شيخ اياز کان وٺي ڊاڪٽر اسد جمال پلي، موسيٰ راڄ مير حسن آريسر، حاحي ساند، نماڻي سنڌي، سائينداد مڱريي ۽ خطائي ٽيڀي تائين ڌرتيءَ جي خوبصورت شاعرن جي شاعريءَ ۾ امرڪوٽ/ عمرڪوٽ جو حسن، تاريخ جو تجلو، فطرت جي ڦلواڙي، دردن جا داستان، مٽيءَ سان محبت جا منظر سمايل آهن. نموني طور ڪجهه شاعري هيٺ ڏجي ٿي.

لطيف سائين:

ڏٿ ڏيري پٽ پيئون، ٿيا ولهارن ويءَ،
شمس قمر نہ پاڙيان سيڻن جي شبيهہ،
جي جاني اندر جيءَ، سي پرين پيهي گهر آئيو.

—

جهجها ڏيج جهُار، منهنجا ملير جائيين
آسر ٻِري آهيان پرچن شال پنهوار،
ويڙهيون ۽ ولهار، ڪِ سوايا سارين مون.

—





لاکيون مٽن لوئيون، اوڏين اچي ان،
وٺي ولهارن جون سرتيون کن سمن،
آگا ساڻ امن، مون کي مارو مڙئين

—

موتي مانڊاڻن جي واري ڪيائين وار،
وڃون وسڻ آئيون چوڏس چوڏار،
ڪي اٽي ويئون استنبول ڏي، ڪن مغرب پار،
ڪي چمڪن چين تي، ڪي لهن سمر قنڌين سار،
ڪي رمي ويئون روم تي، ڪي ڪابل ڪي قنڌار
ڪي دهلي ڪي دکن، ڪي گڙن مٿي گرنار،
ڪنهين جنبي جيسلمير تان، ڌنا بيڪانير بڪار،
ڪنهين ڀڄ ڀڄائيو ڪنهين ڍٽ مٿي ڍار
ڪنين اچي امرڪوٽ تان وسايا ولهار
سائينم سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار،
دوست تون دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين

—

ايءَ نہ مارن ريت، جئن سيڻ مٽائين سون تي،
اچي امرڪوٽ ۾ ڪنديس ڪان ڪُريت
پکن جي پريت، ماڙيءَ سين نہ مٽيان.

—

مَ سَپني مارئي، مُئي مَ جائي،
جنهن اچي عمرڪوٽ ۾، لوئي لڄائي،
جا سانگين سڏائي، سا ڪيئن مرڪي ماڙئين.

مَ سَپني مارئي، مُئي مَ ڄائي،
جنهن اڇي عمرڪوٽ ۾، لوئي لڄائي،
جا سانگين سڏائي، سا ڪيئن مرڪي ماڙئين.

–

قيدالماءِ ٽيوم، هت اڙانگي گهاريان،
النار نصيب العاشقين هھڙو حال سندوم
قادر شال ڪندوم، آجي عمرڪوٽ کان.

–

سرتين سخت سنيهڙا، مڪا مان ڏونهن ملير
تہ آهن عمرڪوٽ ۾ ڪنڊون مٺا ڪير،
چانور چڪي چورما هرين ساڻ حمير،
ڪنڊا قوت قرير، ويڙهيون ويئي وسري

–

النار نصيب العاشقين هھڙو حال سندوم
قادر شال ڪندوم، آجي عمرڪوٽ کان.

**مراد فقير:**

ورسي پٽ پدمات جا، ٻن پئي هالار ،
ڏٺي منهن ميهار، ڏکيا ڏينهن نہ ساريان.

**حاجي احمد ملاح:**

ڏٺم اڄ اکين سان عمرڪوٽ کي
عقل چرخ ڏسندي عجب اوٽ کي،





–

لکين آفرينو عمرگهوٽ کي،
پلين ماءُ ڄائو بہ ڄاموٽ کي،

–

مٿي هيٺ نقشو نهاريو ويو،
پٿن پر برابر بهاريو ويو،

–

نہ صدين کنان سو سڏاريو ويو،
اڃا اک پرائي ٿو اکروٽ کي.

–

سونهن ساوڪون قِسم گُل گاھہ جا،
ويهي جهاڙ جانچيم پڇي جوٽ کي.

–

وڏو ويڪروقير ڦرندو بہ ڪوھہ،
مٿي ڪرڪ وارِي لڳو ڪوٽ لوھہ،

–

دونالين جي ڌوڏو ڪنديس اڄ بہ ڪوھہ؟
دٻائي ٿو دشمن جي دٻڙوٽ کي.

–

ڏکڻ طرف پٽ ٻيا طرف باغ و بهار،
عنب انب انجير ليمان ليار،
ڪٿان گل، ڪٿان ڪيوڙا در قطار،
ڏسي باغ ڇڏيو بدن ٽوٽ کي.

–

ٻڙودو بيڪانير پج هِند تي،
جهليو ڪنهن نہ چئنچل سندن چوٽ کي.

اول ابن سومار پونگر پلير،
چنيسر، ننگر شير دودو دلير،
ٻہ طائي ۽ طاهر هئا چٽ چڳير،
مُڙن ڪين چون مهٽو چون موٽ کي

–

عمر ڪوٽ آهي، نہ آهي امير،
نہ سينهڙو نہ پنرو نہ راٺو همير،
نہ مومل نہ مارئي، نہ مارو ملير،
مڙئي مُنهن پيا موت اڻ موٽ کي.

–

عمرڪوٽ احوال ڏي ٿو ايهو
حڪومت هلايو تہ هڪ ٿي بيهو
ٿين چڙو چڙ، تن ڇيهائي ڇيهو
پنن لوڪ لاشڪ کٽي لوٽ کي.

(طويل نظم جا شعر)

**غلام محمد جنجهي:**

اسان اباڻن جو پرم رک پتار،
پٽن پٽن پيچ کر وسن سپ ولهار،





ٻرو ٻرٽ سانوٽي، ڪوري ڪر ڪار،
چاريون اسين چاھہ مان رڍون جت ريڍار،
پلر جي پالوٿ سان ڪيٽن چاڙهہ خمار،
گهٽا غلام محمد چوي ٿين ان انبار
اسان پکن جي پاڻار، ڪر آسودي ابر سان.

–

آسودا ابر سان ڪيا، سارنگ سپ سنگهار،
سوين ٿيون ساوڪون، وايون منجهہ ولهار ،
ڪائيو گاھہ گابڙا، ڪنيا خوب خمار،
واليءَ ڪئي وسڪار، لٿو اهک اپرن تان.

**حليم باغي:**

ڪارونجهر جي ڪور مٿي،
ڪو سائو پيلو مور نچي،
هو پورو پورو بادلڙو
بي راھہ مسافر جيان پٽڪي،
ڏس سر ۾ آهي ساھہ پيو
ٿي گوڙ ٿو مينهن وسي،
لهندڙ سج جي لامن ۾،
ڪا شام هئي، شمشام هيو
هن رات جي ڪاري روپ اندر
ڪو پرھہ سندو پيغام هيو
منهن مير مهل جا ماڪ اٿي،

ايءَ رات سندو انجام هيو،
ڪرڻو ڏنڊ جي جهرڻي ۾
ائين آهي ڇپيو جڻ تير ڪپيو،
هوءَ ناسي رنگ جي نئن هلي،
ڪو گورهاڙو آ گل اڳيو،
ولهار سڄو آ واسي پيو،
انسان اٿيو انسان اٿيو.

**حاجي ساند:**

اتران اٿي آئيون، پسائيون پدمات،
رهيون روحل واءِ تي ريلا ڪري رات،
پياري ڇا پرڀات، ڏوتل منهنجي ديس جي.

**مير حسن آريسر*:**

امراڻي جي رات جوڳي جاڳن پٽ تي،
سپني صلاحون ڪندي پرهه ٿي پرڀات،
مومل ملاقات، راڻي ڪهڙي ريت ٿئي؟

—

جوڳي ڪهڙي جوءِ جا آيا امراڻي،
رات پڏي راڻي، واڪيا تن جي وتري،

—

* رسي ويل راڻي کي پرچائڻ جي لاءِ مومل جو قافلو عمرڪوٽ ۾ جوڳي جي ويس ۾ عمرڪوٽ آيو هو. انهي منطرجا بيت





امراڻي جو ريت، سيج ٿيو سامين لئہ،
اپ ڇمر ڇانئيو ، شامياڻي سميت،
خوشبوءِ خوشبوءِ ڪيت،هوا هندورو ٻڻي.

**خطائي ٽيبو:**

سڪ تہ ساٽيهہ جي ڪندي،
درد ونديءَ جو داد،
روئندو عمرڪوٽ پيو.
بندياڻي تان بند جي،
ٿي ويندي آزاد،
روئندو عمرڪوٽ پيو.
ڏاڍايون سڀ ڏيهہ جون،
ٿينديون مرده باد،
روئندو عمرڪوٽ پيو.
مارن ويندي مارئي
دنيا رکندي ياد،
روئندو عمرڪوٽ پيو.
ٻاجهہ خطائي تي ڪري،
ٻڌندو رب فرياد،
روئندو عمرڪوٽ پيو.

**الهبخش آريسر:**

آئيني ۾ عڪس تي امراڻي جا ڪولي،
هاڻ تاريخ پئي وقت هٿن ۾ ڳولي،

—

مارئي ڪوٽ ۾ قيدي ٿي رڙي ڏس هر هر
عمر جو هٺ ڪو مروڙي ۽ ڇڏي تنهن ڇولي

ـ

ياڄ ڪائي ٿو همايون هو حميده سوڍو،
عمر جو هٺ ڪو مروڙي ۽ ڇڏي تنهن ڇولي

ـ

تار سڪ مان سو تلاءِ گيو ۽ سجهن وڻ سارا،
هاڪڙي هوڪ ٻڌي روڪ وجي ٿو رولي،

ـ

ياڄ ڪائي ٿو همايون هو حميده سوڍو،
ياڳ اڪبر جو پلو نيٺ جهٽي ٿو جهولي،

ـ

تار سڪ مان سو تلاءِ گيو، سجهن وڻ سارا،
هاڪڙو هوڪ ٻڌي روڪ وجي ٿو رولي،

ـ

هو ستي ٿان ۾ سانجهي ٿي مچائي مچ ٿي،
روز ٽڙڪات ڪري لڳ ٿا ٻرن جيئن هولي

**سائينداد مڱريو:**

تڪيون وينا تارا امر ڪوٽ ۾ ،
اسين عشق وارا امرڪوٽ ۾.

نہ تون،تنهنجو روئڻ نہ مرڪڻ مٺي،
جيئون پيا اُڏارا امرڪوٽ ۾.





ـ

رهيا سنڌ جي سينڌ ۾ رنگ جيان،
ٻہ ٿي ڏات وارا امرڪوٽ ۾.

هو روپي جا ڏوڙيو، هو ڏرتي ڏٽي،
هو ڪولهي هو ڪارا امر ڪوٽ ۾.

هي لانبو هي نارو امر جو قلعو
هي راٽي جا پارا امرڪوٽ ۾.

جي هيڪر اچين تون ورهائي ڇڏيان،
ڪي خوشبوءَ جا ڪارا امرڪوٽ ۾ .

سُتو لوڪ سارو سُتو سائينداد،
سُتا سُور سارا امرڪوٽ ۾.

ولهار ۽ پدمات عمرڪوٽ جا حصا آهن. ولهار وقت جي مشهور ڊنڍ بہ رهي آهي، جنهن جا آثار موجود آهن.

اهڙي طرح چارڻ ڪوين بہ عمرڪوٽ /امرڪوٽ کي ڳايو آهي.

ڪوي چمن چارڻ چيلهار جي سخي جوجهارسنگهه جي سخاوت جو ورڻ ڪندي عمرڪوٽ جي قلعي کي ساراهيندي چوي ٿو تہ:

جاجڪ پالتو جوجهو امر مڇ پالتو مهراڻ،
ڪوَ آيا ريجهان ڪرين، انجسي گيو امراڻ.

(جوجهو جاجڪ ائين پالي ٿو جيئن مهراڻ دريا مڇ پالي ٿو ڪوي (چارڻ) اڇي ريجهي رهاڻيون ڪن ٿا. گڏ امراڻ (پنهنجي سپوت سوڍي تي) فخر ڪري ٿو.)[4]

پارڪر جي معرڪي ۾ سوڍن ۽ ڪولهين جي ڪوپائيءَ جا ڪوڙ ڪندي چارڻن امرڪوٽ جي قلعي کي وساريو نہ آهي.

ڪاررنجهر انجس ڪري انجسي گڏ امراڻ،

آپ تٽي ڏرا اوجلي، ڪيڏي تين ڪلياڻ

(اي سوڍا ڪلياڻ! تو پنهنجي مٽي جو مان مٿانهون ڪيو آهي، تو تي ڪارونجهر فخر ڪري ٿو ۽ توکي امراڻ گڏ بہ سلام پيش ڪندو)

پروفيسر شڪتيڏان ڪويا چارڻ جو ٿر ۽ عمرڪوٽ سان خاص انس رهيو آهي، هن شادي بہ ڪاروڙي چارڻ جي ڌيئن چارڻن مان ڪئي آهي. 'ڏرا سرنگي ڍاٽ' ٿر ۽ عمرڪوٽ جي پسمنظر ۾ لکيل هن جي شاعريءَ جو مجموعو آهي.

گور سريکي گوريان، مرد جٺي منموٺ،

پرهہ نوڪوتان ۾ پرٿم، ڪيهجي امرڪوٽ.

(جتي جون ناريون سونهن ۾ شو جي استري گور جهڙيون خوبصورت آهن، جتي جا مرد وڏا سخي ۽ چتر آهن. اهو نوڪوٽن ۾ مکيہ (پهريون نمبر) امرڪوٽ (عمرڪوٽ) سڏجي ٿو.)

ڪوي جوجهاڏان عمرڪوٽ لڳ ڀاوڙائي جي سوڍي پابو جي لاک

4 سوڍو سورج سريکو انجسي گڏ امراڻ





پساهہ کي رنگ ڏيندي امراڻ جي اوجيس کي اکرن ۾ آندو آهي.

ڪاڙوو پنچ ڪلياڻ، سوڍي پابو سمپيو،

اجواڙيو امراڻ، امر ڪريو انچليسري،

(سوڍي پابو (چارڻ کي لاک پساهہ ۾) ڪارو پنج ڪلياڻ گهوڙو ڏيئي، امراڻي کي روشن ڪرڻ سان گڏ پنهنجي خاندان انچليسري کي امر ڪيو)

سوما هندا سيس، پابو داپي پگ سين،

ڀاوڙيائي ڀاويس، بيس بسوا سوڍا وڏي،

(ڪنجوسن جي سر کي سوڍي پابو (چارڻ کي لاک پساهہ ڪري) سخاوت جي پير سان دٻائي ڇڏيو. ٻيا سوڍا سخاوت ۾ ويهہ آڱريون آهن تہ هي ڀاوڙائي جو سوڍو ڀاويهہ آڱريون يعني بہ انگ مٿي آهي.

# لوڪ گيتن ۾ عمرڪوٽ/ امراڻو

ٿر جي لوڪ گيتن ۾ بہ عمرڪوٽ جو ذڪر ملي ٿو:

بادليا تون برس امراڻي ري ڏيس
تين بنا هاڙي هڙيا نا ڪيڙين،
بلڪي ڦري پتوارڻ ري

اي بادل! تون امراڻي جي سيم تي وس، تو ڪان سواءِ هاري هر نٿا ڪيڙين، پتواري پريشان ڦري رهي آهي.

بادليا تون برس امراڻي ري ڏيس
تين بنا گائين ڏوڌ نا ڏئين،
بلڪي ڦري ڏوجهارڻ ري

اي بادل! تون امراڻي جي سيم تي وس، تو ڪان سواءِ ڏڳيون کير نٿيون ڏين، ڏوجهاري پريشان ڦري رهي آهي.

بادليا تون برس امراڻي ري ڏيس
تين بنا تڙهي پاڻي سڪيو
بلڪي ڦري پڻهارڻ ري

اي بادل! تون امراڻي جي سيم تي وس، تو ڪان سواءِ کوهن جو پاڻي سڪي ويو آهي، پڻهاري پريشان ڦري رهي آهي.

بادليا تون برس امراڻي ري ڏيس
سندر سهامڻي رو ساڙون پنجي
پنجي بالم ڪيسريو ري





اي بادل! تون امراڻي جي سيم تي وس، پلر جي پاڻي ۾ سندر ناري جي چنڙي پسي ۽ (ان جي) بالم جو ڪسريو پٽڪو پسي.

ڪاڙا ڪجليو تي گائون ڙي ڪاڙا ڪجليو تي گائون
ڪاڙا پيپل ڪاڙيندا هون ڪجليو تي گائون
ڪاڙا ڪجليو تي گائون

ڪارا ! ڪجليو تي ڳايان، اي ڪارا! ڪجليو تي ڳايان، ڪارا پيپل ڪاريندا (نک جا) آئون ڪجليو تي ڳايان

جاني مانهنجو جيل هون ريل ڏي تي جائون
ڪاڙا ڪجليو تي گائون

منهنجو جاني جيل ۾ آهي، آئون (ڳوٺ جي) ريل ڏيئي وڃان ٿي. ڪارا! ڪجليو تي ڳايان،

تارياڻي مان تار مهلي، عمرڪوٽ تي جائون،
ڪاڙا ڪجليو تي گائون

تارياڻي مان تار موڪلي آهي، عمرڪوٽ وڃان ٿي. ڪارا ! ڪجليو تي ڳايان،

اڏ پاساڙي ۾ ڪيتر ڪيڙيو تينڌسين چونڊڻ تي جائون
ڪاڙا ڪجليو تي گائون

اڏ پاساڙي ۾ ٻني ڪيڙي آهي، آئون ميها چونڊڻ وڃان ٿي، ڪارا ! ڪجليو تي ڳايان،

لاڏيو پٽيل واهر چڙهيو هون پگ هٽايو تي جائون
ڪاڙا ڪجليو تي گائون

لاڏيو پٽيل واهر چڙهيو آهي، آئون پير هٽايو وڃان ٿي، ڪارا ! ڪجليو تي ڳايان،

اونڏي ڏاهري للر پڪو هون مريڙو چونڊڻ تي جائون

ڪاڙا ڪجليو تي گائون

اونهي ڏاهري (ڏهر واري زمين ) ۾ للر پڪو آهي آئون مريڙو چونڊڻ وڃان تي، ڪارا ! ڪجليو تي ڳايان.

دڙي متي ڪونڊير پڪا هون پيان چونڊڻ تي جائون

ڪاڙا ڪجليو تي گائون

دڙي متي ڪونڊير پڪا آهين. آئون پيون چونڊڻ وڃان تي، ڪارا ! ڪجليو تي ڳايان.

مان جي رنگ پري موملڙي، آئوري امراڻي ري ڏيس

موملڙي هيڪ وار امراڻي ري ڏيس

منهنجي سهڻي موملڙي امراڻي جي ڌرتي ڏي اچ، موملڙي هڪ پيرو امراڻي جي ڏس اچ.

راڻو ستو رنگ محل ۾ پرديسڻ ري جوئي واٽ.

سيرک پٽراڻي تين بن ڪتا، آج ڪاري لاڳي ڪاٺ

موملڙي هيڪ وار امراڻي ري ڏيس

راڻو رنگ محل ۾ ستو آهي، پرديسڻ جي واٽ نهاري رهيو آهي، تو بن هنڌ بسترو ۽ ڪٽ سڀ اڄ ڪتا لڳي رهيا آهن، موملڙي هڪ پيرو امراڻي جي ڏس اچ.

ڪهين تو مولاوان اوڍڻ چنڙي، ڪهين مولاوان هار،

ڪهين تو ڦلڙي گهڙاوان، ڪهين جهانجهر جهڻڪار

مان جي رسيلي موملڙي، آئوري امراڻي ري ڏيس

موملڙي هيڪ وار امراڻي ري ڏيس

چوين تہ (تنهنجي لاءِ ) چنري جو اوڍڻ وٺان، چوين تہ تنهنجي لاءِ





هار خريد ڪريان! چوين تہ ڦلڙي گهڙايان، چوين تہ جهانجهر جي جهڻڪار وٺان منهنجي رسيلي موملڙي امراڻي جي ڌرتي ڏي اچ، موملڙي هڪ پيرو امراڻي جي ڏس اچ.

راڻو رمي رنگ محل ۾، پڻ مومل رو پتو نا پار.

ڊاڙو ڊڙڪي گيو پڙيو نانهہ پونهہ پار

مان جي هيتالي موملڙي آئوري امراڻي ري ڏيس

موملڙي هيڪ وار امراڻي ري ڏيس

راڻو رنگ محل ۾ ( چوپڙ راند ) رمي رهيو آهي، مومل جو ڪو پتو ناهي، ڊارو گسيو وڃي ٿو ڪڏهن پئون پارنهن نہ پيو آهي، منهنجي پياري موملڙي امراڻي جي ڌرتي ڏي اچ، موملڙي هڪ پيرو امراڻي جي ڏس اچ.

ڪٿڪي اپجي سوننڙي، ڪٿ ڪي اپجي جيرو

ڪٿ ڪي وسي مانرو سائبو، سڳي ڻڈّل ٿانرو وير

ڪٿي سنڌ ٿئي ٿي، ڪٿي جيرو پيدا ٿئي ٿو؟ ڪٿي منهنجو صاحبو وسي ٿو؟ ڪٿي منهنجي سڳي ڻڈّل تنهنجو پاءُ رهي ٿو.

امراڻي اپجي سوننڙي، مارواڙ اپجي جيرو

پارڪر وسي مانرو سائبو، سڳي ڻڈّل ٿانرو وير

امراڻي ۾ سنڌ ٿئي ٿي، مارواڙ ۾ جيرو پيدا ٿئي ٿو. پارڪر ۾ منهنجو صاحبو وسي ٿو. منهنجي سڳي ڻڈّل تنهنجو پاءُ رهي ٿو.

گاڏيئي آوي سوننڙي، موٽري آويو جيرو

گهوڙلي آويو مانرو سائبو سڳي ڻڈّل ٿانرو وير

گاڏين ۾ ڪجهي سنڌ آئي، موٽرن تي جيرو آندو ويو. گهوڙي تي چڙهي منهنجو صاحبو آيو آهي. منهنجي سڳي ڻڈّل تنهنجو پاءُ آيو آهي.

ڊڙ گئي ٿانري سوننڙي، آن وڪري گيو جيرو.

رسي گيو مانرو سائپو سگي ٽٹڏل ٹانرو وير

تنهنجي سنڌ هارجي ويئي، ۽ جيرو پکڙجي ويو آهي. منهنجو صاحبو رسي ويو آهي. منهنجي سڀي ٽٹڏل تنهنجو ياءُ رسي ويو آهي .

چرمي مانري چرملي،

چرمي را ڏاڙا چار

گهوري جائون مانري چرمي نا،

واري جائون مانري چرمي نا

ترجمُو : چرمي منهنجي چرملي (پياري ) آهي. چرمي جا چار ٹار آهن. چرمي تان آئون گهور وڃان.

چرمي بابي جي لاڏلي،

سچ موتيان وچلي لال،

چرمي ماتا جي لاڏلي،

ماتا ري ڪاڙجيئي ري ڪور

گهوري جائون مانري چرمي نا،

چرمي منهنجي بابا سائين جي لاڏلي آهي. چرمي سچن موتين جي اندروني لال آهي. چرمي ماتا جي لاڏلي آهي. جيجل جي جگر جو ٽڪرو آهي. چرمي تان آئون گهور وڃان.

اونچلي ڏاڙي مين چڙهان

مانري نيچلي ڏاڙهي جيٺ

اُترو جيٺ جي مين چڙهان

جوئي مانرو بابو جي ٹانري واٹ

گهوري جائون چرمي نا

آئون مٿئين ٹار تي چڙهڻ چاهيان ٿي، پر هيٺئين ٹار تي جيٺ





ويٺو آهي. اي منهنجا جيٺ جي! توهان هيٺ لهي اچو منهنجو بابو اوهان جي واٹ نهاري رهيو آهي(اوهان بابا سان وڃي ڪچهري ڪريو). چرمي تان آئون گهور وڃان.

چڙهتي نا ڏيکي پاراٹو

اترتي نا ڏيکي امراٹو

چڙهتي رو چوڙلو چمڪي،

اترتي رو چمڪي نوسر هار

گهوري جائون چرمي نا....

مون کي وڻ ٹاري تي چڙهندي پاراٹو ڏسي ٿو. وڻ تان لهندي منهنجو امراٹو (عمرڪوٽ) ڏسي رهيو آهي. چڙهندي منهنجو چوڙلو چمڪي ٿو. لهندي نوسر هار چمڪي ٿو. چرمي تان آئون گهور وڃان.

بابي جي ري چڙهي رو گهوڙلو

بيري جي ري چڙهي رو انڙلو

گهوڙي نا ٻڏل گُگهرا ري

انڙلي را ٻانڌيوڙا جهوڙا ري

گهوري جائون چرمي ....

بابا سائين جي چڙهي جو گهوڙو آهي. ياءُ وٹ چڙهڻ جي لاءِ اٺ آهي. گهوڙي جي ڪنڌ ۾ گهنگهرو ٻڌل آهن. اٺ جي ڪنڌ ۾ جهوڙا آهن. چرمي تان آئون گهور وڃان.

مانرا ساهير سوڍا، مانرا رتن راٹا،

همڪو گهوڙو امراٹي نا ڦير.........

ترجمُو: منهنجا بهادر سوڍا، منهنجا راٹا رتن. پنهنجو پلو گهوڙو امراٹي (عمرڪوٽ ) ڏانهن ڦير.

پٽيل راٹي چاجڙيا ري چاٹڙي مان،

اوپوڙا آنسوڙا چتڪاوت،
ڪينا ري پڙاوان امراٽي ري ڪوٽڙي،
ڪينا ري پڙاوان امراٽي ري باجار ري
مانرا رتن همڪو گهوڙو امراٽي نا ڦير................ .

ترجمُو: پتيل راٽي (راٽي پتياٽي )چپرن جي چانو ۾ بيهي ۾ ٻتا ٻتا آنسو هاري رهي آهي، اي منهنجا راٺا رتن! ڪنهن کي امراٽي جي ڪوٽڙي سونپيان، ڪنهن جي حوالي امراٽي جي بازار ڪريان؟ منهنجا رتن ! پنهنجو پلو گهوڙو امراٽي (عمرڪوٽ ) ڏانهن ڦير.

ٿانري ڪاڪي جي نا پڙاوو امراٽي ري ڪوٽڙي
ٿانري پائيڙان نا پڙاوو امراٽي ري باجار،
مانرا رتن همڪو گهوڙو امراٽي نا ڦير................ .

ترجمُو: تنهنجي چاچي کي امراٽي جي ڪوٽڙي ۽ تنهنجي پائرن کي امراٽي جي بازار سونپ. منهنجا بهادر سوڍا، منهنجا (راٺا )رتن. پنهنجو پلو گهوڙو امراٽي (عمرڪوٽ ) ڏانهن ڦير.

هاٽڙلي ڇُرڪي ٻاڻيڻ واٽيان
چووڙئي ڇرڪي چارڻ پاٽ،
مانرا رتن همڪو گهوڙو امراٽي نا ڦير................ .

ترجمُو: دڪانن تي تنهنجي لاءِ ٻاڻيڻ واٽيا اداس آهن، چووڙين تي چارڻ پاٽ سڏڪي رهيا آهن.اي منهنجا (راٺا)رتن! پنهنجو پلو گهوڙو امراٽي (عمرڪوٽ ) ڏانهن ڦير.

باغڙلان مانهه ٻولي مينٽي ڪوئل،
مگرئي ٻوليا جهٽوڙا مور،
مانرا رتن همڪو گهوڙو امراٽي نا ڦير................ .

ترجمُو: باغن ۾ ڪوئل مٺي ٻولي رهي آهي. دڙن ۽ ڊيٻن تي مور





جهيٺا ٿهوڪيا آهن. اي منهنجا راٺا رتن! پنهنجو پلو گهوڙو امراٽي (عمرڪوٽ) ڏانهن ڦير.

اري موريا ري موريا. ٿاني ري پرٽاوان پيڙي پومچي پومچي،پومچي،
مانرا پنچم واڙا ڦيرا ڪائيجي آج موريا،
مانري پنچم واڙا ڦيرا ڪائيجي آج موريا،
مينو تون ٻولي گڙتي رات رو رات رو......

اي موريا! توکي پيلي رنگ جو پومچو پارائي پرڻايون، منهنجا پنچم جا ڦيرا اڄ ڪائجن. تون گجندڙ رات ۾ منو ٻولجان.

اري موريا ري موريا. آيو ڙي سراٺئي پهلي ٿيج ري ٿيج ري ٿيج ري
مانري ٻڙلي ٻڏاڙان هينڊري موريا، مانري ٻڙلي ٻڏاڙان هينڊري موريا،
مينو تون ٻوليو گڙتي رات رو رات رو......
مانرو بالم وسي پرديس موريا،
مانرو بلالو وسي پرديس موريا،
مينو تون ٻوليو گڙتي رات رو رات رو......

اي موريا! ري موريا سانوڻ جي پهرين ٿيج آئي آهي، منهنجي ٻڙلي ۾ لوڏ ٻڏايان. منهنجو پتي پرديس ويل آهي،منهنجو بلالو پرديس وسي ٿو تون گجندڙ رات ۾ منو ٻوليو آهين..

اري موريا ري موريا. ٿانري باغان ۾ کهين کهين نپجي نپجي، نپجي
مانري امراٽي ۾ پلجي ڏاڙم ڊاک موريا،
مانري امراٽي ۾ پلجي ڏاڙم ڊاک موريا،
مينو ري تون ٻولي گڙتي رات رو رات رو......

اي موريا! ري موريا! تنهنجي باغن ۾ ڪٽي نپجي ۽ منهنجي امراٽي ۾ (سدائين ) ڏاڙهون ۽ ڊاکون ٿين ٿا. تون گجندڙ رات ۾ منو ٻولجان.

اري موريا ري موريا. تون ڪي ٻوليو ڙي آڌي رات رو رات رو،

مانري اڏ گئي انکيان واڙي اونگ موريا

آڇو تون ٻوليو گڙتي رات رو رات رو......

مانرو بالم وسي پرديس موريا،

مانرو بلالو وسي پرديس موريا،

مينو ري ٻوليو گڙتي رات رو رات رو......

اي موريا!ري موريا، تون آڌي رات جو ڪيئن ٻوليو؟ تنهنجي ٻوليءَ تي منهنجي نيڻن جي ننڊ اڏامي ويئي. تون گجندڙ رات ۾ منو ٻوليو آهين. منهنجو پتي پرديس ويل آهي،منهنجو بلالو پرديس وسي ٿو تون گجندڙ رات ۾ منو ٻوليو آهين.

موريا ري موريا. ٿانري ري باغان ري ڪڙلي ڪولي ري ڪولي ري ڪول ري،

مانري اڏ گئي اکڙين ري نيند ري موريا

آڇو تون ٻولي گڙتي رات رو ري رات رو......

مينو ري ٻولي گڙتي رات رو ري رات رو......

اي موورياري موريا! تنهنجي باغن جي ڪڙڪي ڪوليءَ ڪولي ري ڪولي، ڪڙڪي ڪول.منهنجي نيڻن جي ننڊ اڏامي ويئي. تون گجندڙ رات ۾ منو ٻولجان.

اري موريا ري موريا. ٿانري پڳان ري پايل باڄڻي ري باڄڻي، باڄڻي.

ٿانري رم جهم واجي گگهريان ري هور،

مينو ري تون ٻوليو گڙتي رات رو رات رو......

مانرو بلالو وسي پرديس موريا،

مينو ري ٻوليو گڙتي رات رو رات رو......

اي موريا! ري موريا! تنهنجي پيرن جي پايل وڄت واري آهي، تنهنجي گنگهرون جي هور رم جهم وڄي. منهنجو بلالو پرديس وسي ٿو تون گجندڙ رات ۾ منو ٻوليو آهين.

مانا ٽيمرو ڪانٽو لڳو راجن امراٽي ۾





ترجمو : اي منهنجا راجن! مون کي امراٽي ۾ ٽيمرو جو ڪنڊو لڳو آهي.

حيدراٽي جائي جائيجو چوڙلو لائيجو

چوڙلو گورل رو سينگار، راجن امراٽي ۾............

حيدرآباد وڃي منهنجي لاءِ چوڙو وٺي اچجو. چوڙو (تنهنجي ) گورل جو سينگار آهي.

ڪراچي جائي جو ڦلڙا لائي جو

ڦلڙا گورل رو سينگار، راجن امراٽي ۾..................

ڪراچي وڃي منهنجي لاءِ ڦلڙا وٺي اچجو. ڦلڙا (تنهنجي ) گورل جو سينگار آهن.

پارٽي جائي جو چنڙي لائي جو.

چنڙي گورل رو سينگار، راجن امراٽي ۾...................

پاراٽي وڃي منهنجي لاءِ چنري وٺي اچجو. چنري (تنهنجي ) گورل جو سينگار آهي.

چيلهاٽي جائي جو جانجهر لائي جو

جانجهر گورل رو سينگار، راجن امراٽي ۾..................

چيلهار وڃي منهنجي لاءِ جانجهر وٺي اچجو جانجهر (تنهنجي ) گورل جو سينگار آهي.

مناٽي جائي جو ڪاچوڙو لائي جو

ڪاچوڙو گورل رو سينگار، راجن امراٽي ۾..................

مٺي وڃي منهنجي لاءِ ڪاچوو وٺي اچجو. ڪاچوو (تنهنجي ) گورل جو سينگار آهي.

مينڍِي ري نپجي ماڙيي، آيو ڙي امرڪوٽ

مينڌِي ليسين ٻانيڻ واٽيان

مينڌِي مُلهاسي سورج رو ساڪيو

ترجمُو: ماڙيي (مالوا) ۾ ٿيندڙ مينڌِي عمرڪوٽ آندي وئي آهي، جتي دڪانن تي ٻانيڻ واٽيا وڻندا. اتان منهنجو سورج جيان چمڪندڙ ساجن مينڌِي خريد ڪندو.

مينڌِي پِجوئان ڪوري ڪونڊلي، جهيڻي ڪپڙي ڇاٽيان

مينڌِي ليسين ٻانيڻ واٽيان

مينڌِي مُلهاسي سورج رو ساڪيو

مينڌِي ڪوري ڪونڊي ۾ پسايان، پوءِ نفيس ۽ سنهي ڪپڙي سان ڇاٽي رکان مينڌِي ٻاڻيڻ واٽيا وڻندا، مينڌِي منهنجو محبوب خريد ڪندو.

رائي ڏڻ ٽيٽوڙي انگوڙي، ٻالم ڏائي هاٿ هٽيان،

مينڌِي ليسين ٻانيڻ واٽيان

مينڌِي مُلهاسي سورج رو ساڪيو

گوري پنهنجي ٽينٽوڙي (چينچ) تي سان ٻالم جي ڏائي هٿ تي مينڌِي ڇٽيندي، مينڌِي ٻانيڻ واٽيان وٺي ايندا ۽ منهنجو پرين اُتي مينڌِي جو ناٽو ڪرائيندو.

آج تو مانهنجو لاڏلو بنڙو گهوڙلا سينگاري،

گهوڙليان رو مچيو گهمسان،

مانهنجي مينڌي لال مجيٺ، تنان اٿ ڪوڻ لايو،

گهوڙليان رو مچيو گهمسان،

مانهنجي مينڌي مجيٺ ڪوڻ لايو........

ترجمُو: اڄ منهنجو لاڏلو گهوٽ گهوڙا سينگاري رهيو آهي.





گهوڙن جو گهمسان مچيو آهي. اي منهنجي لال مجيٺ مينڌي تو ڪي هتي ڪير وٺي آيو آهي. گهوڙن جو گهمسان مچيو آهي. اي منهنجي مينڌي لال مجيٺ ڪير وٺي آيو آهي.

ڏاڙا ري روپاڙي مينڌِي تو جهليا چار،

رنگي هاٿڙا ڪريا ري لال

مانهنجي هينئڙي هاڪڙو ياد آيو

روپن واري مينڌي (جي وڻ) جا چار تارا نڪتا، جن ڪي نائي مون هٿڙا رنگي لال ڪيا آهن. منهنجي هينئڙي ڪي هاڪڙو ياد آيو [5]

ڦٽري تو مينڌي مانهنجي امرڪوٽ ري،

مينڌي ملاوي راٺي مينڌري

مومل هٿيان رنگ امراٹو لڪايو..........

خوبصورت مينڌي منهنجي عمرڪوٽ جي آهي، جنهن ڪي راٺي مينڌري ٻـ ملاوي هئي.مومل جي هٿڙن عمرڪوٽ جو اهو رنگ لڪايو هو.

رائلاٽي ري، امراٽي ري جهيڏر،

ماءُ ! مني پيچيا ماٿهوڙا اٽي را ميهل ،

ترجمُو: اي ماءُ ! آئون رائلاٽي، امراٽي جي جهيڏر آهيان، مون پويان هتان جا ماٺهو موڪل

ڏاگليو چڙهي جهيڏر ٻائي جويو ڏيس را ليلوڙا جهاڙ،

رائيلاٽي ري، امراٽي ري.....................

ترجمُو: جهيڏر ٻائي اٺ تي چڙهي، پنهنجي ڏيهه جا ساوا وڻ نهاريا. اي ماءُ! آئون رائلاٽي، امراٽي جي جهيڏر آهيان، مون پويان هتان جا ماٺهو موڪل

[5] هاڪڙي جي عروج واري زماني ۾ مينڌي جا گهٽا وڻ هوندا هئا

پڳڙي جهبوڪي پولري، هينئڙي جهبوڪي نو سريو هار
رائيلاٽي ري، امراٽي ري...........................

ترجمو: منهنجي پيرن ۾ پولري جهبڪي رهي آهي ته منهنجي هينئڙي تي هار جهبڪي رهيو آهي. اي ماءُ ! آئون رائلاٽي، امراٽي جي جهيڏر آهيان، مون پويان هتان جا ماڻهو موڪل

هاٿڙلي ڏينوڙي ميندڙي چوڙلي لاگوڙي ري لال مجيٺ
رائيلاٽي ري، امراٽي ري...........................

ترجمو: منهنجي هٿڙن تي ميندي ڇٽيل آهي ته منهنجي چوڙلي کي لال مجيٺ لڳل آهي. اي ماءُ ! آئون رائلاٽي، امراٽي جي جهيڏر آهيان، مون پويان هتان جا ماڻهو موڪل

ٻيڙلو مانرو نجر ماريو ڙي،
مان ماروڙا پرديسي نجر ماريو ڙي
گيا تا مانري امراٽي ري شهر
ٻيڙلو مانرو نجر ماريو ڙي

ترجمو :منهنجو ٻيڙلو نظرجي ويو آهي.اي منهنجا پرديسي! منهنجي ٻيڙلي کي نظر هنئي آهي. تون منهنجي امراٽي جي شهر ويو هئين. منهنجو ٻيڙلو نظرايو آهي.

گيا تا مانري منياٽي ري شهر،
تم سي هون نهين بولان ري،
گيا تا مانري پاراٽي ري شهر،
ٻيڙلو مانرو نجر ماريو ڙي....
مان ماروڙا پرديسي ٻيڙلو مانرو نجر ماريو ڙي.....

تون منهنجي مني جي شهر ويو هئين، تو سان آئون نه





ڳالهائيندس، تون پاراٽي جي شهر ويو هئين منهنجو ٻيڙلو نظرايو آهي. اي منهنجا پرديسي! منهنجي ٻيڙلي کي نظر هنئي آهي.

نٿڙي لائجو ري، نٿڙي لائجو ري،
مان ماروڙا پرديسي، نٿڙي لائجو ري ،
نٿڙي مٿي حيدراٽي ري ڇاپ ري،
ٻيڙلو مانرو نجر ماريو ڙي....
مان ماروڙا پرديسي ٻيڙلو مانرو نجر ماريو ڙي....

اي منهنجا پرديسي! منهنجي لاءِ نٿڙي وٺي اچجان، جنهن تي حيدرآباد جي ڇاپ هجي. منهنجو ٻيڙلو نظرايو آهي.اي منهنجا پرديسي! منهنجي ٻيڙلي کي نظر هنئي آهي.

گيا تا مانري امراٽي ري شهر،
چوڙلو لائجو ري، چوڙلو لائجو ري،
مان ماروڙا پرديسي، چوڙلو لائجو ،
چوڙلي مٿي ميرياٽي ري ڇاپ ري،
ٻيڙلو مانرو نجر ماريو ڙي....
مان ماروڙا پرديسي ٻيڙلو مانرو نجر ماريو ڙي...

اي منهنجا پرديسي! تون منهنجي امراٽي جي شهر ويو هئين، منهنجي لاءِ چوڙلو وٺي اچجان، جنهن تي منهنجي ميرياٽي شهر (ميرپورخاص ) جي ڇاپ هجي.

اي هالو امراٽو جوئان زائي،
لاريان آئي آولٽ ڪيبا.

ترجمو: اچو هلي عمرڪوٽ هلي گهمون، گاڏين اچي آواز گونجايو آهي.

آپڻئ نوان ڪوٽ شهر ۾،

پڪا ري ٻڌاويا.....

ڏرتي را امي ساٿي سون،

اي هالو امراٽو جوئان زائي.....

پنهنجي نئون ڪوٽ شهر ۾ پڪو روڊ ٺاهي (مزدوري ڪري )پورو ڪيو آهي. پاڻ ڏرتي جا ساٿي آهيون، اچو هلي عمرڪوٽ هلي گهمون، ڳاڙين جو آواز گونجي رهيو آهي.

آج ڪ ٿالهي جهڙي شهر ۾،

پڪا ري ٻڌاويا ري.....

حياتئي ڪشي رو نوم سئہ ،

اي هالو امراٽو جوئان زائي.....

اج ٿالهي جهڙي شهر ۾ پڪو روڊ ٺاهي (مزدوري ڪري )پورو ڪيو آهي. حياتي خوشي جو نالو آهي، اچو هلي عمرڪوٽ هلي گهمون، ڳاڙين جو آواز گونجي رهيو آهي.

آج ڪ نبي سران شهر ۾،

پڪا ري ٻڌاويا ري.....

حياتئي سندرتا رو نوم سئہ ،

اي هالو امراٽو جوئان زائي.....

اج نبي جهڙي شهر ۾ پڪو روڊ ٺاهي (مزدوري ڪري )پورو ڪيو آهي. حياتي سندرتا جو نالو آهي، اچو هلي عمرڪوٽ هلي گهمون، ڳاڙين جو آواز گونجي رهيو آهي.

آج ڪ ڪنري شهر ۾،

پڪا ري ٻڌاويا ري.....





حياتئي منزل رو نوم سئہ ،

اي هالو امراٽو جوئان زائي.....

اج ڪنري جهڙي شهر ۾ پڪو روڊ ٺاهي (مزدوري ڪري )پورو ڪيو آهي. حياتي منزل جو نالو آهي، اچو هلي عمرڪوٽ هلي گهمون، ڳاڙين جو آواز گونجي رهيو آهي.

جوڏيا مانرا ڙي، ! مين امراٽي ري مارگئي،

جوڏيا! مين مروئو روپيو ڙي

جوڏيا مانرا ڙي، ! امراٽي ري سيريئي،

جوڏيا مين ڪجليو روڙيو ڙي

اي منهنجا جوڏيا! مون امراٽي جي رستي تي مروئو (نازبو) پوکيو آهي، جوڏيا! مون امراٽي جي گهٽين ۾ گهمندي اکين ۾ ڪجل پاتو آهي.

جوڏيا مانرا ڙي، ! امراٽي ري واڙيان نا ڍڙتي،

جوڏيا! منان ڏاويو ٻوليو ڙي

جوڏيا مانرا ڙي، ! امراٽي ري سيريئي،

جوڏيا مين ڪجليو روڙيو ڙي

اي منهنجا جوڏيا! امراٽي جي رستي ڏانهن ويندي (سوٽن وارو پکي) منهنجي ڏائي پاسي ٻوليو آهي، جوڏيا! مون امراٽي جي گهٽين ۾ گهمندي اکين ۾ ڪجل پاتو آهي.

جوڏيا مانرا ڙي، ! ٻاڙاتڻ ري پريتڙي،

جوڏيا! منان پياري لاگي ڙي

جوڏيا مانرا ڙي، ! امراٽي ري سيريئي،

جوڏيا مين ڪجليو روڙيو ڙي

اي منهنجا جوڏيا! مون کي ننڍپڻ جي پريتڙي پياري لڳي ٿي. جوڏيا! مون امراٽي جي گھٽين ۾ گھمندي اکين ۾ ڪجل پاتو آهي.

جوڏيا مانرا ڙي, ! ڏوريئي چڙهتي,

جوڏيا! منان ڏاڏاٽو ياد پڙي ڙي

جوڏيا مانرا ڙي, ! امراٽي ري سيريئي,

جوڏيا مين ڪجليو روڙيو ڙي

اي منهنجا جوڏيا! پٽ تي چڙهندي مون کي ڏاڏاٽو ياد پوي ٿو. جوڏيا! مون امراٽي جي گھٽين ۾ گھمندي اکين ۾ ڪجل پاتو آهي.

جوڏيا مانرا ڙي, ! امراٽي ري مارگئي,

جوڏيا! جهيٽي اڏي ڪيهہ ري

جوڏيا مانرا ڙي, ! امراٽي ري سيريئي,

جوڏيا مين ڪجليو روڙيو ڙي

اي منهنجا جوڏيا! امراٽي جي رستي تي جهيٽي ڪيهہ اڏامي رهي آهي, جوڏيا! مون امراٽي جي گھٽين ۾ گھمندي اکين ۾ ڪجل پاتو آهي.

جوڏيا مانرا ڙي, !ننڍڪي ٽڪي رو,

جوڏيا! ڇورا پليو لڳو ڙي

جوڏيا مانرا ڙي, ! امراٽي ري سيريئي,

جوڏيا مين ڪجليو روڙيو ڙي

اي منهنجا جوڏيا! منهنجو تو سان ننڍي هوندي ڪان پلو اڙيو آهي, جوڏيا! مون امراٽي جي گھٽين ۾ گھمندي اکين ۾ ڪجل





پاتو آهي.

مروئو, مانرو امراٽي ري واڙيئي

مروئو مانرو ڏاڏاٽي ري سيريئي

ڪيهي ٻائي رو وايو ڙو,

ڪيهي ٻائي رو سينچيوڙو

مانهنجي جهيٽولي جيڏل! مروئي ري مهڪار,

مروئو (نازبو) منهنجو امراٽي جي واڙين ۾ مروئو (نازبو) منهنجو امراٽي جي گھٽين ۾ ڪهڙي ٻائي پوکيو آهي, ڪهڙي ٻائي سنڀاليو آهي. منهنجي پياري جيڏل مروئي جي مهڪار اڇي رهي آهي.

مروئو ٽوڙي بيري ري موڙ ٻڌڙان

مانهنجي ٻاپلڙي ري چوڙلي

مروئو مانرو گوڊي ڏاڙي ٻانڪڙو

پاني قلي ڦوترو

مانهنجي جهيٽولي جيڏل......

مروئو (نازبو) ٽوڙي منهنجي پاءُ جي موڙ ۾ ٻڌان, منهنجي ٻاپلڙي جي چوڙلي تي واسيان. مروئو منهنجو ٽڙ ۾ تارين ۾ گھاتو آهي. پنن سان سهٽو لڳي ٿو. منهنجي پياري جيڏل مروئي جي مهڪار اڇي رهي آهي.

مروئو مانرو موپي ويري ري گاسيڙي

مانري ٻاپلڙي ري چوٽلڙي

مانهنجي جهيٽولي جيڏل, .......

مروئو (نازبو) منهنجي پاءُ جي (چڙهي واري اٺ جي )

گاسيئي ۾ رکان، منهنجي باپلڙي جي جي چوٽي ۾ وجهان.
منهنجي پياري جيڏل مروئي جي مهڪار اچي رهي آهي.

مروئو مانرو پيهنل پائي چاتلڙي
ڀهنوئي جي ري رهاڻ
مانهنجي جهيٺولي جيڏل ......
منهنجي (پرٽيل) پيڻ جي چاتي مروئي سان واسيل آهي.

مروئو منهنجي پيٺوئي جي مجلس آهي.. منهنجي پياري جيڏل مروئي جي مهڪار اچي رهي آهي.

۽ پيا بہ ڪيترائي ٿري لوڪ گيت آهن.جن ۾ امراٽي جي حسن جي هاڪ آهي.هندي، مارواڙي ۽ ڍاٽڪي شاعري ۾ امرڪوٽ (عمرڪوٽ) کي ڳائڻ جا پيا بہ ڪيترائي مثال موجود آهن. سامين جي پُري سلسلي جي شاعر ڏونگر پري ۽ سندس چيلي لکمي مالهي جي واڻين ۾ امراٽو ڳايل آهي. پروفيسر سڪتيڏان جي شاعري جو مجموعو ڏرا سرنگي ڍاٽ ٿر ۽ عمرڪوٽ جي پسمنظر دلچسپ آهي. هتي صرف هڪ شعر ڏنو آهي.ڪوي جوجهاڏان جي ڪوتا ۾ بہ امرڪوٽ (عمرڪوٽ) جو سهڻو ذڪر ملي ٿو . چارڻ ڪوين جي هڪ پراچين دوهي ۾ آهي تہ ؛

پرلي پاڙ نہ جاٽي، جگ جگ رهہ جماڻ
بڪماڏي ري بيڏٺي ڪوجيو گڊ امراڻ





# سوڍن جي صاحبي

همروٽ چِتيسيءَ جي ڪردارن سوڍن جي سورهيائي ۽ صاحبيءَ جي ڪارنامن سان تاريخن جا صفحا ڀريا پيا آهن. سوڍن جي مکيہ ماڳن ۾ عمرڪوٽ، رتوڪوٽ ۽ سمورو ٿرپارڪر رهيا آهن.

سوڍا لفظ سنسڪرت ٻوليءَ جي لفظ ’سوڍ‘ مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: ’وير، بهادر ۽ سلڇڻو‘ سوڍا، پرمار راجپوت آهن. راجپوتن کي ’کشتري‘ پڻ چيو ويندو آهي. ’کشتري‘ جي لفظي معنيٰ ’سووير‘ ۽ ’حفاظت ڪندڙ‘ آهي. شريمد ڀاڳوت پراڻ ۾ ’کشتري‘ جا جيڪي گُڻ ٻڌايا ويا آهن، سي هي آهن: ’تيجوان، ٻلوان، ڌيرج وان، ۽ محنت ڪش.‘

پراچين اتهاس کان وٺي اڄ جي دور تائين لکيل ڪتابن ۾ اهو آيو آهي تہ پرشرام رشيءَ جي “نا کشتري” ڪرڻ کان پوءِ برهم رشي وسشٽ، ڌرتيءَ جي حفاظت لاءِ ابو پهاڙ تي يگيہ ڪيو. يگيہ جي اگنيءَ (باهہ) مان چار کشتري: پرمار، پڙهيار، چوهاڻ ۽ سولنگي نڪتا. انهن چئن مان ٻيون اگني ونس راجپوت جاتيون نڪتيون آهن.*

پرمارن جو هن ننڍي کنڊ ۾ وڏو ڏاڪو رهيو آهي. پرمارن جي

* چيلهار جو رهواسي مشهور پنڊت پونمچند اگني کنڊ مان ماڻهو جي نڪرڻ واري ڳالهہ کي رد ڏيندو هو. اگني ونس متعلق پونم چند، ويد جي منڊل پهرين ۾ منڊل ڏهين جا سوڪت ٻُڌائي چوندو هو تہ، انهن سوڪتن ۾ آيل آهي تہ ٻار، ماءُ جي پيٽ ۾ اندرين باهہ (تپش) جي زور تي وڌي ٿو. ماءُ جي پيٽ جي تپش جي ڪري، پراڻن ۾ ’اگني ونس‘ جو لفظ آيو آهي. برهم رشي وسشٽ انهي وقت جي رواج مطابق يگيہ ڪري مقامي چئن نوجوانن کي دعا ڏني هئي تہ هو پنهنجي طاقت ۾ زور ٿيندا.”

مکيہ ماڳن مان: اُڄين، مالوا، ابو ۽ ڌارا نگري رهيا آهن. چارڻن جي ڪوتا آيل آهي تہ:

پرٿمي بڙا پرمار، پرٿوي پرماران تڻي،

ايڪ اجيڻي ڌار، ٻيجو ابو ٻيسڻو.

پرمار ونس جون 35 شاخون آهن. سوڍا انهن مان هڪ شاخ آهي. سنڌ جي تاريخ ۾ سوڍن جو گهڻو ذڪر آهي. سوڍن جون وري 35 شاخون آهن. جيڪي هن ريت آهن: سُرتاڻ، ٻوجراج، ساڏور، اجيت، مالديو، گنگ ڏاس، ٻاڻ، نانگڙ، سنگراسي، اڪمالوڏ، مڏا، جيسا، ميهراڻ، ڪيلڻ، آسڪرڻ، ٻاٽينگڙا، سورج مل، دودا، وجيراميت، وئرسي، رٻار، ملوت، نرسينگهہ، تيجو، اونپا، ولهي رام، لوٽڪر، ٻجيرا وغيره.

سوڍو ۽ سانڪلو بہ ٻائر هئا. جن جو اولاد انهن جي نالن پويان سڏجي ٿو. پرمارن پهرين آبو پهاڙ تي قبضو ڪيو. پوءِ پوري مارواڙ تي ڏاڪو ڄمائي ميواڙ، مالوا، گجرات ۽ ڪاٺياواڙ تي پنهنجا راڄ قائم ڪيا. آبو پهاڙ جي پرمارن چندراوتيءَ تي راڄ گادي ٻڌائي. پرمارن نوَ ڪوٽ ٻڌرائي، پنهنجي حاڪميت کي ’نوڪوٽي مارواڙ‘ چورايو.

آهستي آهستي پڙهيار ۽ چوهاڻ ونس بہ اڳتي اڀري آيا. چوهاڻ ۽ پڙهيارن پرمارن سان ويڙهاندون شروع ڪيون. چوهاڻن سپادڪش (اجمير) تي پنهنجو راڄ ڄمايو. اجمير جو قلعو راجا اجيہ پال چوهاڻ ٻڌايو. جنهن جي ڪري اجمير کي ’اجيہ ميرو‘ بہ چيو ويندو هو.

پڙهيارن، جالور جو قلعو کسيو. پوءِ منڊور (جوڌپور) کي پنهنجي قبضي هيٺ آندو. چوهاڻن اجين کي پنهنجي راڄڌاني ٻڻائي. وقت جي وير پرمارن جو زور گهٽائي ڇڏيو. پرمارن اهڙيءَ حالت ۾ ڪراڙو کي پنهنجو ماڳ ٻڻايو. جنهن کي ڪرات ڪوٽ يا ڪرات ڪوپ بہ چيو





ويندو هو. ٿر جا مهيشوري ’ڪراڙو‘ جا رهندڙ هئا، انهي ڪري انهن کي اڄ ڏينهن تائين ’ڪراڙ‘ سڏيو وڃي ٿو. پرمارن مان راجا ٻاهڙ راءِ ڪراڙو تي راڄ ڪندو هو، جنهن کي ’ڏرٽي وراهہ‘ بہ سڏيو ويندو هو. جنهن جو دور ’سوڍائڻ‘ جي مصنف مطابق سن ڏهين عيسوي صدي آهي.

ٻاهڙ راءِ جي نالي تي ’ٻاڙمير‘ شهر سڏجي ٿو. ٻاهڙ راءِ جو ٻيو نالو ’واگيٽ‘ پڻ ٻڌڻ ۾ اچي ٿو. جنهن جي ڪري ’ٻاڙمير‘ کي ’واگيٽ ميرو‘ بہ سڏيو ويندو هو. راجا ٻاهڙ راءِ جو پٽ چاهڙ راءِ ٿيو، جنهن جي نالي پويان ’ڇهوٽڻ‘ لڳ ’چاهڙسر‘ نالي ڳوٺ وسيو.

چاهڙ جا بہ پٽ ٿيا: هڪ سوڍو ۽ ٻيو سانڪلو. سانڪلي جو اصل نالو واگهہ هو. جنهن ڪري ڪن مؤرخن غلطيءَ سبب واگهہ، چاهڙ جو ٽيون پٽ ڏيکاريو آهي. راجا چاهڙ پنهنجي الڳ راڄڌاني ’ڪوهلاپُر‘ وسائي هئي. ڪوهلا نالي پربت تي آدي شڪتي ’هنگلاج‘ جو آسٿان آهي. چاهڙ راءِ هنگلاج جو عقيدتمند هجڻ جي ڪري سنڌ سان ويجهڙائپ رکندو هو. وقتي حالتن سبب چاهڙ راءِ کان راڄ هٿان ڇڏائجي ويو. پوءِ هو رائڌڻ پور لڳ ڳوٺ جهاجهما ۾ رهڻ لڳو.

چاهڙ راءِ جي پرلوڪ پڌارڻ کان پوءِ ’سوڍو‘ سنڌ ڏانهن روانو ٿيو. جتي هڪ روايت موجب سومرن هن کي ’رتوڪوٽ‘ ڏنو هو. پرمارواڙ جي نامور مصنف شڪتيڏان، ’سوڍائڻ‘ جي صفحي نمبر 24 لکيو آهي تہ، ”سوڍو پنهنجن ساٿين سان گڏجي سنڌ روانو ٿيو. ڇهن ڏينهن جي پنڌ بعد ستين رات جو ’رتي ڪوٽ‘ تي حملو ڪري ’رتي مغل‘ کي ماري، پنهنجو قبضو قائم ڪيو.“

رتوڪوٽ، ڪپري کان ڇهہ ڪلوميٽرن جي پنڌ تي اڄ بہ ڪنڊرات جي شڪل ۾ موجود آهي.

سانڪلو مارواڙ جي پڙهيارن وٽ ويو. جتي ’واڏوريا‘ ڳوٺ ۾ پنهنجي ڌڪي ’سندر‘ (جيڪا گيانچند پڙهيار ڪي پرڻايل هئي) وٽ رهڻ لڳو. سانڪلي جو اولاد سانڪل پرمار چوائي ٿو.(سانڪلن جي الڳ تاريخ آهي.)

سوڍي ڪان پوءِ سندس پٽ راٺي رائديو (راجديو) راڄ سنڀاليو. رائديو ڪان پوءِ سندس پٽ چاچڪ ديو راجائي سنڀالي. راٺا چاچڪ ديو داناءُ ۽ بهادر هو. هن راڄ سنڀالڻ سان ئي امرڪوٽ فتح ڪيو. چارڻن ڪي ’ڪاروڙو‘ دان ۾ ڏنو هئائين. راٺا چاچڪ ڪان پوءِ ’جئہ پرم‘ راڄ ڏٺي ٿيو. ان ڪان پوءِ جيسهڙ (جيسا)، سوميشور، ڏاراپرش ۽ دُرجنشال ترتيب وار راڄ ڏٺي ٿيا.

ڏارا پرش جا ٻہ پٽ هئا: هڪ درجنشال، ٻيو آسراءِ. درجنشال ڪي ڪينئرو، ٻاپ، نانگڙ، ڪيهلڻ ۽ ٻيا پٽ ٿيا. جن جو اولاد امرڪوٽ جا راٺا ۽ ٿر جا سوڍا آهن. ٻاڻ ڪان پوءِ راڄ ڏٺي مانڌڻ ٿيو جنهن جو پٽ مشهور درويش ’پير پٿورو‘ آهي.

آسرا جو اولاد ننگرپارڪر جا راٺا ۽ سوڍا آهن. جن انگريز ڪي ٿوتا چپائي ڇڏيا هئا. راٺي آسراءِ ڪان پوءِ ننگرپارڪر جي راٺپ ترتيب وار ديو راڄ، سلک (يا سڙڪجي)، ديپوو، ڪنگهار، ارجڻ جي، ڀيم جي، ويرسل، ڀاڪرسي، گانگو جي، اکو جي، ماٽڪ راءِ، لوڻجي، ڏيپار جي، رامسنگهہ، وڻوير جي، رائڌڻ جي، گجسي، ڪانجي (يا ڪرڻجي)، رتن جي، همير جي، رڻڇوڙ جي، اچل سنگهہ وٽ رهي.

عمرڪوٽ ۾ راٺي درجنشال ڪان پوءِ ترتيب وار راٺو ڪينئرو، راٺو اوتارڏي، راٺو ٿرو، راٺو ويسو، راٺو تيجسي، راٺو چانپو، راٺو گانگو، راٺو پرساد، راٺو چندرسين، راٺو ڀوجراج، راٺو ايسرداس، راٺو جئہ سنگهہ، راٺو





سرتاڻ سنگهہ، راٺو آسڪرڻ، راٺو سنگرام سنگهہ، راٺو مهراج راٺو ڪيسر سنگهہ، راٺو ڪيمون، راٺو شوراج سنگهہ، راٺو سبر سنگهہ، راٺو مهراج، راٺو ڀيوت سنگهہ، راٺو سرت سنگهہ، راٺو پيرڏان سنگهہ، راٺو جسونت سنگهہ، راٺو ارجن سنگهہ، راٺو چندر سنگهہ ۽ موجوده راٺو همير سنگهہ ٿيا آهن.

راٺپ جي سلسلي جا ڪجهہ نالا رهن ٿا. راٺو ميندرو بہ راٺپ جي سلسلي جي ڪڙي هو. پر ’تاريخ ريگستان‘ جي ليڪڪ، راٺن جي فهرست ۾ ڪيس شامل نہ ڪيو آهي.

ڪوي بانڪيداس جي زماني ۾ ڪهڙو راٺو هو؟ هي سوال اڃا تائين پنهنجو جواب طلبي ٿو.

وقت جي سچن ۾ ڪرن ڪوين، سوڍن کي ڳايو آهي. ڪردار جو ڪچو ڪو بہ ماڻهو ڪهڙي بہ ڪُڙم مان ٿي سگهي ٿو پر مجموعي طور تي سوڍو، سنڌ ۾ پيار، پريت، ريت، رسم ۽ ماڻهپي جو مثال آهي. رڻمل سوڍي، جوڌاسنگهہ، هاسي سوڍي، راٺي ڪرڻجي، لڌو سنگهہ سوڍي ۽ اُڏيسنگهہ سوڍي تائين سرويچ سوڍن سنڌ جي سينڌ کي، ڪنوار جي سينڌ جي سينڌور جيان پنهنجو رت ڏئي ريٽو ڪيو آهي.

ڪوي بانڪيداس چيو آهي تہ:

ڪيرت وليان ڪاهلا ات وليان دوداٺهہ،
پرڻجي ساري پرٿي، گائيجي سوڍاٺهہ.

# همروٽ ڇتيسيءَ کي سهيڙڻ وارو ڪم

همروٽ ڇتيسيءِ کي سهيڙڻ وارو ڪم، مون 21 جون 2004 تي پورو ڪري ڇڏيو هو. پر پوءِ منهنجي فقيري سپاءَ جي ڪري هي قيمتي مواد ڇپجي نہ سگهيو. جيتوڻيڪ منهنجي پياري دوست دليپ ڪوٺاريءَ جي وڏي ڪوشش رهي تہ ’همروٽ ڇتيسي‘ جلد ڇپجڻ گهرجي.

ان ڪان سواءِ مون ’همروٽ ڇتيسيءَ‘ کي پنهنجي ڪتاب ’چتر ٻولي چارڻان‘ ۾ گڏي ڇڏيو هو. منهنجي مهربان سائين تاج جويي، ڊاڪٽر عبدالعزيز، ناشاد سمي، ساگر خاصخيلي، شهاب نهڙي ۽ ٻين دوستن جو اسرار هو تہ بانڪيداس جي ’همروٽ ڇتيسيءَ‘ کي چارڻن جي مواد ۾ گڏي پيش ڪرڻ سان، ان جي اهميت گهٽجي ويندي، ان ڪري ان کي ڌار ڪتابي صورت ۾ ڇپجڻ گهرجي.

2012ع ۾ هڪ ڏينهن ڪاوش دنيا مئگزين ۾ ڇپجڻ لاءِ ’همروٽ ڇتيسيءَ‘ کي دليپ ڪوٺاريءَ جي سهڪار سان ڌار ڪمپوز ڪرائي، انور ابڙي ڏانهن مواد موڪليو تہ انور ان کي انتهائي خوبصورتيءَ سان جاءِ ڏني.

ڪاوش مئگزين ۾ اهو مواد ڏسڻ سان ڪن جي اندر ۾ ارهائي جاڳي، تہ ڪن قربن جا واهڙ وهائي ڇڏيا. سائين وليرام ولڀ ، مدد علي سنڌي، جام جمالي، محمد علي پناهڻ، علي حسن چانڊيي ، سائل پيرزادو ڪلال، رسول بخش درس، محمد علي ٻانيڻ، علي اڪبر هنگورجي، علي اڪبر راهمي، پرتاب شيواڻي، جان محمد سمي، نصيرڪنڀر، حاجي محمد ڪنڀر، شنڪر باغي، گوبند راءِ چيلاڻي، مرتضيٰ راهمي، غازي نهڙي





۽ ٻين جي محبتن هانءَ هارڻ نہ ڏنو. مون پنهنجي ڪرت لاءِ من کي تيار رکيو. مئگزين جي ڇپيل مواد ۾ ڪافي واڌارا ۽ سڌرا آندا آهن.

آءٌ دلي طور انور ابڙي، دليپ ڪوٺاري، سائين تاج جويي ۽ منگل سنگهہ راٺوڙ جو ٿورائتو آهيان، جن ’همروٽ ڇتيسيءَ‘ کي سهيڙڻ، سنوارڻ ۽ شايع ڪرائڻ ۾ رهنمائي ڪئي آهي.

گل گوماڻي، شهاب نهڙي، ناشاد سمي، اياز رضوي، حاجي ساند، هوش محمد ساند، تولارام سوٽهڙ، ساگر خاصخيليءَ، ڊاڪٽر عبدالعزيز، ميرحسن آريسر، امر رائسنگهہ راجپوت، خليل ڪنڀار، خالد ڪنڀار، اشرف پلي سميت ڪيترن دوستن جو ساٿ، ميڙا چونڊيءَ جي هن پنڌ ۾ مون لاءِ وڏي وٿ رهيو. منهنجي ڀاڻيجي اميت ڪمار لکڻ واري ٽيبل تي همروٽ ڇتيسي جي پکڙيل پنن کي سنڀالي رکڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو.

سنڌ جي نامور شاعر ليکڪ ۽ سياستدان سائين سردار علي شاهہ سنڌ ثقافت ، سياحت ۽ نوادرت کاتي جي وزارت سنڀالڻ سان ئي ٿر جي دوري دوران اعلان ڪيو تہ ڀارو جو لوڪ ادب تي ڪيل ڪم سنڌ ثقافت کاتي پاران ڇپرايو ويندو. پوءِ سائين پنهنجي اعلان تحت مسلسل پوئواري ڪئي تہ ڪڏهن ٿو آئون ڪتابن جا مسودا جمع ڪرايان. سچ اهو آهي تہ سائين سردارعلي شاهہ جي اها سرپرستي مون جهڙي فقير من ۽ تن واري ماڻهو جي لاءِ اعزاز آهي. آئون فقيري سپاءِ ۾ روح جي رامڪلي جي راهہ تي پنهنجي من جي موج سان هلڻ وارو ماڻهو آهيان. انهي جي ڪري هن ڪتاب جي ڇپجڻ ۾ جيتري دير ٿي آهي، اها منهنجي طرفان ٿي آهي. دير جي لاءِ معافي.

سائين سردارعلي شاهہ جو ڳوٺ ’ڪاروڙو سيد‘ عمرڪوٽ کان سڌ پنڌ جي فا صلي تي آهي. ڪوي بانڪيداس جي عزيز چارڻن جو ڳوٺ

’ڪاروڙو چارڻ‘، ’ڪاروڙي سيد‘ جي بلڪل پرسان آهي. سائين سردار علي شاهه چارڻن جي ڳوٺاڻي ۽ هڪ سگهاري شاعر حيثيت ۾ ڄاتي ٿو ته، امرڪوٽ جي پسمنظر ۾ ڪوي بانڪيداس هي ڇٽيهه دوها ڪهڙي ڪيفيت ۾ رچيا آهن.

خالد آزاد وگهيو ايوب گل، ۽ منور هاليپوٽو منهنجا پيارا آهن. ملير جي مهڪ منهنجي من ۾ سدائين سمايل رهيا آهن. آئون مهڪي هن ڪتاب کي پڙهندڙن تائين پهچائڻ ۾ پنهنجو سان مون سڪ کي ساز ممحبت جي ديوتا روزانو نئون اتساهه ڏئي مون کي ٽڪجڻ مور نه ڏنو. شل عمر ڀر محبت ۽ دوستيءَ جو مينهن ائين ئي مون تي وسندو رهي.

آءٌ لوڪ ادب لاءِ پورهئي جي پنڌ ۾، ڪٿي ٿڪ ۽ ٿڪ ۽ پيڙا محسوس نه ڪريان!

ڪوي بانڪيداس چيو آهي ته:

تج دونو ڪو سنگ،*نه مڙوا پلو نه بچڙوا پلو،

بچڙتي مئي مچلي، ملتي مريو پتنگ.

(نه ملڻ پلو آهي نه وڇڙڻ، ٻنهي حالتن سان تعلق کي ڇڏي ڏي، وڇڙڻ سان مڇي مري ويندي آهي،شمع سان ملندي پتنگ پساهه پورو ٿي وڃي ٿو.)

17 جولاءِ 2017ع

ڀارومل امراڻي سوٿهڙ

چيلهار ٿرپارڪر

*تج: ڇڏ





# همروت چٽيسي

## (مڪمل متن)

1.

امراڻو امرا پُري ڏُرا سرنگي ڍاٽ،

رهي جو سوڍو راجوي، پهه پنوارن پاٽ.

(مسافر! منهنجو امراڻو ڌرتيءَ تي امراپُري (دلڪش ماڳ سرڳ سمان) آهي. ڍاٽ جي هنن دڙن ۾ پرمار سوڍن جي صاحبي/ حڪومت آهي.)

2.

ڪيهر لنڪي گوريان، سوڍا ڇُتر سُجاڻ،

ٻڙ جُهڪيالانٻي سران، آيو گڍ امراڻ.[6]

(جتي چيتي جي سنهڙي چيلهه واريون سُندر ناريون هجن. جتي مرد سياڻا ۽ بهادر هجن. جتي لانٻي جي تلاءَ تي ٻڙ جي وڻن جا جهڳٽا هجن، ته پڪ ڄاڻجان اهي آثار امراڻي گڍ (قلعي) جا آهن.)

[6] ڪيهر لنڪي گوريان، سوڍا ڇتر سُجاڻ” واري سٽ ۾ سوڍا جي بدران ڍولا لفظ پڻ ٿرجي سگهڙن وٽ ملي ٿو. عمرڪوٽ کي ٿري ماڻهو محبت مان اُمراڻو سڏيندا آهن. برصغير جي تاريخدانن عمر ڪوٽ ڪڏهن “الف” سان ته ڪڏهن “ع” سان لکيو آهي. لوڪ شاعريءَ ۾ اُمراڻو ۽ امرڪوٽ لفظ ئي ملن ٿا.سنسڪرت ۽ هنديءَ جي ليڪڪن عمرڪوٽ کي “هميرڪوٽ” به لکيو آهي. انهيءَ نالي پويان “همروٽ” جو لفظ وجود ۾ آيو آهي. اهڙو اظهار سوڍائڻ جو مصنف پروفيسر شڪتيڏان پڻ ڪري ٿو .سوڍن کان اڳ ۾ عمرڪوٽ تي سومرن جي حڪومت هئي. لوڪ شاعريءَ ۾ “نوڪوٽي مارواڙ ”جي حوالي سان ملندڙ نظم ۾ عمرڪوٽ ۽ ٿر تي پرمار ونس جو جگراج حڪمران ڏيکاريل آهي. سومرن جي حوالي سان به تاريخ دان ورهايل آهن. ٺاڪر ڪشورسنگهه مطابق سومرا پرمار ونس جا آهن. گجراتي اتهاس(ص 24)۽ يون ونشا ولي (ص 23 )تي منشي ديوي پرشاد ۽ پنڊت گوري شنڪر اوجها يادو بلند جي پٽ سوما جو اولاد ڀاٽي راجپوت لکيو آهي. اسان وٽ سنڌ ۾ هڪڙو رايو سومرن کي عرب نسل سان ملائي ٿو.

.3

راڻا امرڪوٽ را،گيا جمارو جيت،

جيان را منگل ڏمل ۾،گوريجي جس گيت.

(مسافر! منهنجي ڍاٽ جي ڌڻن تي ڏينهن ڏهاڙي، خوشيءَ جي هر ڏڻ تي سوڍن جي ساراهه جاگيت ڳائجن ٿا، امرڪوٽ جا راڻا پنهنجي سورهيائيءَ، سياڻپ ۽ سوُنهن جي ڪري لوڪ گيتن جا امرڪردار بڻجي ابد تائين جيت پائي ويا آهن.)

.4

سوڍا امرڪوٽ را، سرڪٽيان شمشير،

ٻانهين هيٺا ويرهر، بانڪا مارٿ وير،

(منهنجي امرڪوٽ جا سوڍا، هيٺن جا همراه ۽ مهاويرن سان مقابلو ڪندڙ آهن، سندن سورهيائيءَ جي راڄن ۾ ڌاڪ آهي، سرڪٽائڻ ڪانپوءِ به جوُنجهارڪو جهيڙو ڪرڻ به ڪين اچي ٿو[7])

.5

ايڪ ايڪ سُون آگلا راڻا امرڪوٽ،

پر گهٽ هُوئا پرماروي، ماٽيگرمن موٽ،

مسافر! منهنجي امرڪوٽ جا راڻا،هڪ ٻئي کان گوءِ کٽندڙ آهن، سورهيائيءَ، سخاوت ۽ سونهن ۾ هڪ ٻئي کان سرس،هي پرمار ونس[8] جا راجپوت،ڌن جي بهتر استعمال سان غريب پروريءَ جو اعليٰ مثال آهن.)

[7] (3) جُونجهار: ٿر ۾ جُوجهار انهي بهادر کي چئبو آهي، جيڪو سرڪٽجڻ ڪانپوءِ پوءِ به ڌڙ سان بهادريءَ سان وڙهندو رهي.





.6

ڍاٽ سُرنگي گوريان، آڏو کهوت ايهه

پدمڻيا همروٽ هُووي، راک م سنسو ريهه،

(ڍاٽ جي خوبصورت نارين جي سُونهن دنيا ۾ مثالي آهي، وڏي وقت کان اها چوڻي عام آهي ته امرڪوٽ جي پدمڻين جي سونهن بابت ڪوبه شڪ نه رک!)

.7

ايڪي پدمڻي واسطي، سينڌل گيو رتن،

امرڪوٽ نه آويو، متو ڪيو ڪي من.

(آءٌ سوچيندو آهيان ته چتور جو راڻو رتن سنگهه هڪ پدمڻيءَ خاطر سيندل (سري لنڪا)ڪيئن ويو؟، هُن جي دل ۾ اهو ڦيرو ڪيئن آيو جو ان کان وڏيڪ امراڻي جي حسين نارين ڏانهن سندس جيءُ جهڳي نه ڪاڏي!)

.8

نويڻ چنچل، سروڻ لگ، لانٻا ويڻي ڏنڊ،

هڪي سهج سُواس وٻو ڪرلايو شري کنڊ.

(سندرين جون چنچل اکيون آهن، ڪارا ڊگها وار خوبصورت انداز سان سينگاريل، چوٽي ۽ وينڊليون پُٺي ۽ ڪنن تائين لٽڪي رهيون آهن، پر جي ويڙهيل وار کولين ته پيرن جي کڙين سان وڃي لڳن،انهن جي پيرن جي خاڪ به واسجي وڃي، سندن سڄو بدن سُرهو آهي ڄڻ ته ڪنهن هٿ سان چندن اوتي ڇڏي آهي، لانٻي[9] (تلاءَ) جي اهڙي حُسن جي واکاڻ نه ڪرڻ ڏوهه آهي.)

[9] لانٻو: عمرڪوٽ جو تاريخي تلاءُ آهي، لانٻي لفظ جي معنيٰ ڊگهو آهي، هي تلاءَ وڏو ۽ وسيع هو، جنهن کي بارش جو پاڻي ٻارهوئي پريل رکندو هو، وسڪاري جي رت ۾ پرپاسي جا تلاءُ لانٻي سان ملي ويندا هئا. ميان نور محمد ڪلهوڙي جو پيڇو ڪندي نادري لشڪر لانٻي تلاءَ تي ترسيو هو. تاريخ جي ڪتابن ۾ لانٻي جو ذڪر گهڻو ملي ٿو. لانٻي تلاءَ وارو هنڌ هاڻي لڻجي گرائونڊ بڻجي ويو آهي، موجوده مارئي گرائونڊ، جنهن کي ڪجهه وقت اڳ بينظيرگرائونڊ سڏيو ويو، اصل ۾ لانٻي تلاءَ جي باقيات آهي، لانٻو ماضيءَ ۾ نهايت وسيع هو، جنهن ۾ جوڳرائي، ولهار، وهري،سومري ۽ هاڙهي تلائن/ ڍنڍن جو پاڻي به اچي پوندو هو، ان جو تاريخي نالو مٽائڻ يا بدلائڻ نه گهرجي.

.9

لاگان ڪُسم سَرس ويو، جيان ري پڙي ڪروٽ،
حد ناجڪ هرڻ انکيان، هئہ مانجهل همروٽ.

(امراٽي جي خوبصورت نارين جي سونهن جي اُهڃاڻن ۾هڪ رتيءَ جي بہ ڪمي نہ آهي،هنن جا بدن سرنهن جي گل کان بہ سرها ۽ سهٽا آهن ۽ سندن اکيون نازڪ هرڻين جهڙيون آهن.)

.10

انکڙيان اٽيليان،ڪاجل ريک ڪيانهہ،
پنيليان پاوويان، لاج سينهہ ليانهہ.

(حُسن جا اُهڃاڻ هتي دنگ نٿا ڪن، امراٽي جي پدمڻين جون وڏيون ۽ ڪجل پريون اکيون حيا ۽ حُسن جو اوتارو آهن، انهن مٿان ڪارا پڙُون، سونهن کي ويتر وڌائين ٿا، اکين جي لڄ ۽ جُهڪاءُ نينهن وارن لاءِ نياپو ٿي پوي ٿو.)

.11

انگ انگ منجهہ اوڦٽي، جووَن آٿون جام،
تيُون ڏاٿي تصويررو، قلم هوي نهين ڪام

(امراٽي جي ڪامڻين جي انگ انگ ۾ اٺ ئي پهر جوڀن جو جام ڇُلڪا کائي پيو. اهڙي خوبصورت ڏاٿي حُسن جي تصويرڪشي ڪرڻ قلم جي وس ۾ نہ آهي). ڪن سگهڙن وٽ لفظ 'ڏاٿي' جي بدران لفظ هندي پڻ ملي ٿو.

.12

گهونگهٽ ڪولوي نهين، ٻولوي پڪ ويڻ،
گج گت جاوي گوريان، لانٻي سرجل ليڻ.





(هي پدمڻيون سدائين گهونگهٽ ۾ رهن ٿيون، سندن ٻول ٻڌڻ لاءِ جرئت کپي. هي گوريون هاٿيءَ چال سان (لانٻي تان) پاڻي ڀرڻ وڃن ٿيون. سندن قطار حسين منظرن مان هڪ آهي.)

.13

نوا سرنگا اوڍيان چنگا جهٽيا چير،
پرَهي هيم ورٽيان، ڏڏ ورٽو نير،

(هي پدمڻيون رنگين ۽ نفيس ويس پائي لانٻي تان پاڻي ڀرين ٿيون تہ رنگن جو عجيب ميلاپ نظر اچي ٿو. هُو سون ورنيون سندريون آهن ۽ (سندن مٿي تي) کير رنگ پاڻي آهي.)

.14

نُک سُون لي چوٽي لڳي، تن ڇپي مانهين ترنت،
رل مِل ڪيهر لنڪيان، لانٻي نير ڀرنت.

(پيرن جي ننهُن کان وارن جي چوٽيءَ تائين ڪامڻين جو حُسن وچ وراڪا ڏئي رهيو آهي، ڇيتي جهڙي سنهڙي ڇيلهہ واريون حسيناڻون لانٻي تان پاڻي پيون ڀرين.)

.15

لانٻي سر پاڻي پري، گوري گات انوپ،
الو ڪڪ روپ،* جيان آگي پاڻي پري، رنگ

(لانٻي تلاءَ تان پاڻي ڀريندي گوريءَ جو حُسن عجيب نظارو پيش ڪري ٿو جنهن جي اڳيان جڻ تہ ڪائنات جا سمورا رنگ پاڻي ڀري، پنهنجي هار تسليم ڪن ٿا.)

* 'جيان آگي پاڻي پري' واري سِٽ ۾ 'رنگ' جي بدران 'رنيا' پڻ ملي ٿو. رنيا، اِندر ديوتا جي حسين راڻيءَ جو نالو آهي.

.16

گهر گهر ۾ ڏيٺا گهٽا، گهر گهر گهور م ماٺ،

راڳ رنگ رليامڻو ڏر پڙ مانجهل ڍاٺ،

(امراٽي جي گهر گهر مان اسر ويل ماٺين مان کير ولوڙڻ جو مڌرآواز گونجي رهيو آهي، هي راڳ ۽ رنگ گڏجي ڍاٺ کي سهڻو بڻائين ٿا.)

.17

مَهيلان پونم چندر مُک، آنم چندر للاٺ،*

کيهر لنکي گوريان، پَرُون پمران گهاٺ،

(سندرين جو مک پونم جي چنڊ جهڙوآهي ۽ سندن پيشانيون اڌينءَ جي چنڊ جهڙيون آهن. کيهر- لنکين (کيهر جي سنهڙي چيلهه جهڙين) سُندرين جا پِرُون پونئرن جا گهاٺ لڳن ٿا.)

.18

ايکي ڏٺان ڏٺ، سهه مهلان چمپک مال،

کر سُون ليڏي توڙکن، روپ رونک اک ڏال.

(امراٽي جون پدمڻيون سڀئي هک جهڙيون آهن. هک ڏٺي، جڻ سڀ ڏٺيون. سڀئي چمپا جي مالها وانگر آهن. ڪابه حسن ۾ گهٽ نه آهي. سڀئي سونهن جي وڻ جون ٽاريون آهن، جن کي ٽوڙي جڻ ڏار ڏار ڪيو ويو آهي.)

.19

ڪومل راتا پاتلا، اڌر جڪان را ايڪ،

اپيلاسي پيوڻ امر، سُڌا جام ري سيڪ،

---

* مهلان پونم، چندر مُک واري دوهي ۾ ٻيءَ سٽ "کيهر ڪڙجِيُون کيڻ ڪڙ، پرون پمران گهاٺ" جي صورت ۾ به ملي ٿي. مطلب وري ساڳي نڪري ٿو ته، کيهر جي چيلهه جهڙي چيلهه تمام سنهڙي آهي. سندرين جا پرون پونئرن جو گهاٺ آهن.





(سندر نارين جا چپ ڪومل رتن پنن جهڙا آهن. انهن تي انسان ته ٺهيو پر ديوتا به موهت ٿي چپن جو امرت پيئڻ لاءِ ويڳاڻا آهن.)

.20

ڏانت چمڪي اهر ڏن، جاڻ چمڪي بيج،

جيان ري ڏُني مڏوري، سٽي رهي ٽپسوي ريجهه.

(حسين ڪامڻين جا ڏندڳالهائڻ وقت ائين چمڪي رهيا آهن، جڻ وڄ چمڪي رهي آهي. سندن آواز اهڙو مٺو آهي، جو جهنگل ۾ جوڳ ڪندڙ جوڳين جو تپ اڌ ۾ ٽٽي پوي ٿو.)

.21

ڪمل جيسا ڪماريان ڪر،* چوڙا رنگيا چول،

لانٻي جل لهران ڪڙس، پري هلول هلول.

(امراٽي جي سندر نارين جا هٿ ڪنول جهڙا آهن. سندن ٻانهن ۾ رنگين چوڙا پاتل آهن. انهن خوبصورت هٿن سان لانٻي جو جل مٽڪن ۾ چلڪائيندئيون، پير پير ۾ ملائي هلن ٿيون.)

.22

هيم ڪڙس انگ اوپر، نير ڪڙس سر ليئہ،

پٽگهٽ هُوتان ٻاهڙيان، ڪڙس ڪمل ڪرديئہ.

(ڪامڻين جي انگ تي سون پريل ڇاٽيون آهن ۽ مٿي تي پاڻيءَ پريل ٻيلهڙا آهن.لانٻي جي پٽگهٽ تان پاڻي پري موٽڻ تي سوچين ٿيون ته ڪنول جهڙا هٿڙا ڪهڙن مٽن تي رکن!)

.23

سرور لانٻي سنچري، پٽگهٽ پدمڻيانهه،

ڪر گٽوان ڪماريان، ويو سوپا وٽيانهه،

---

* 'ڪمل جيسا ڪماريان ڪر' واري سٽ ۾ 'ڪماريان' بدران 'سُڪمار' جو لفظ پڻ ملي ٿو، جنهن جي معنيٰ 'حسين ڪامڻي' آهي.

(امراٽي جون پدمڻيون، پيلهڙا ڪٽي لانبي پنڌ پون ٿيون ته ائين محسوس ٿئي ٿو ته جڻ اپسرائون خوبصورت ويس ڍڪي ڌرتيءَ تي هلي رهيون آهن.)

.24

جيان را پوئينگ رُوپ ڇَتيان، نيڻ ڪجل ريڪوال*،
پڙهي لهران مس پگان، تيان هندا اوتال.

(پدمڻين جا ڪارا وار، پوئنگ (نانگ) جي رنگ جو ڏيک ڏين ٿا ۽ سندن ڪارين وڏين اکين ۾ ڪجل جي ڌار رکواليءَ جو روپ اختيار ڪري ٿي. پاڻيءَ جو سينور ۾ لهرون، ڪامڻين جي مينهن وساڙن جهڙن پيرن کي اُڇل ڪائي ڇُهڻ جي ڪوشش ڪن ٿيون.)

.25

جڏ گهر ري تج ڏهِلي، پڻگهٽ سمهان پايہ،
باجي گهنگهرو پاربن، سونهن سرور جايہ.

(امراٽي جون پدمڻيون جڏهن گهر جي اوٽي جي پيبلي چڙي لانبي تلاءَ جي پڻگهٽ ڏانهن وک کڻن ٿيون، ته سندن پيرن جي ڇيرن جي ڇمڪو تلاءَ جي حُسن کي ڀيٽو ڪري ڇڏي ٿو.) 'باجي گهنگهرو' واري سٽ ۾ سُونهن جي بدران 'سور' لفظ پڻ ملي ٿو.

.26

هنس جيهي هالوٽيان، ڍاٽيٽيان تيانه،
ڪنڪ لتا ڪانيواڙيان، جوڙي نهين جيانه.

* هن دوهي جي پهرين سٽ ايئن به ملي ٿي ته:
جيان را نرگ ڪچ ڇتيان، سوهه نڪج سينوال
انهيءَ سٽ سان دوهي جو مطلب ٿئي ٿو ته "سندن ڪنول جهڙين اکين ۽ وارن جي سونهن ڏسي پاڻي تي ڇانيل سينوار اڇل سان انهن جي پيرن کي ڇهي ٿو."





(هنس جي لوڏ ۾ هانيءَ واريون ڍاٽڻيون ايڏيون ته سهڻيون ۽ سندر آهن، جو ڪانياواڙ جو ڪو سونارو سندن سونهن جهڙو ڪو زيور ٺي گهڙي نه سگهيو آهي.)

.27

ڌن امراٽو ڍاٽ ڌر، پدمڻيان ہن پار،
سهہ ناري سيڪو تري، ڌرتي هند ڏڪار.

(امراٽي ۽ ڍاٽ جون پدمڻيون ڏسڻيون اٿئي ته ٻئي پار ڏي نه ڏس ! هند جي ڌرتي به ڇڏي اچ. جو هتي جي هر سندري سيڪوتريءَ جهڙي آهي.)

.28

سوچچ ڪيول مهليان، ماهين ڇيپي نهين مٽانه،
پات گهڙسوني ويلڙيان*، ڪامديو آپي هاٿون ٽٽانه.

(امراٽي جي پدمڻين جا ڳل اهڙا صاف ۽ سهڻا آهن، جو هر ماڻهوءَ لاءِ هڪڙي ڇڪ تي پون ٿا. سونهن جي ڪا ڪمي نه آهي. لڳي ٿو ته، ڪامديو (عشق جي ديوتا) پنهنجن هٿن سان سون جا پن ٺاهي، انهن تي ويهي چِٽ چٽيا آهن.)

.29

سهہ آپرٽا سوپي وينڊل جهولتيان،*
جاٽي ڦولان پارجت، هاٽڪ ويلڙليان.

* هيءَ به پڙهڻي ملي ٿي:
پات سَمر سوني ڪيان، جَر جانري تٽانه
(ڪامديو پنهنجي هٿن سان سون جا پن ٺاهي انهن تي هيرن، موتين جي ويل جڙي آهي.)

* هيءَ به پڙهڻي ملي ٿي:
سهہ آپرٽا سوپي، آوَل جُهول تيانه،
جاٽي ڦولان پارجت، هاٽڪ ويلڙيانه.
(پدمڻيون پنهنجي فطري حسن تي وري هٿرادو زيورن سان جهولنديون ٿولي سان ائين اچي رهيون آهن، لڳي ٿو ته سون جي ول ڦلن جي بار سان نمي پئي آهي.)

(پدمڻين جي وارن جون وينڊليون ۽ زيور ڪيڏو خوبصورت ڏيک ڏئي رهيا آهن، ٽولي ۾ ڪامڻيون جهولنديون ائين لڳن ٿيون ته جيئن باغن ۾ ڦلن جي بار سان سون جون وليون نمي پيون آهن.)

30.

چيري پونم چندر، ڪاڍي ڪامڻيانهه،
ڪايه سينگل ڀاٽ ڏر ديکو داڻيانهه.

(قدرت واري) پونم جي چنڊ کي ٻه اڌ ڪري هڪ حصي مان امراٽي جون حسين نارين ۽ ٻئي حصي مان سينڊل(سري لنڪا)جون ڪامڻيون تخليق ڪيون آهن.)

31.

جهڪان ڪنجريٽان، مرگان، نہر هٽڪ سرانهه،
جيتوار جيان را نيڻ، سرو رُمهان سُڌ رانهه.

(پدمڻين جون اکيون مڇي، ڪونج ۽ هرڻ جهڙيون آهن ۽ ڪام ديو(عشق جي ديوتا) جي ستايل پوڄارين لاءِ اهي ڪنول جي گل وانگر آهن.)

32.

جَسَ دس ڏس اوپي جڪان، لوپي نهين ڪل لاج
ڍِيا هزاران هيڪ دن، ڀاٽ ٽٽا ڏنراج

(سندن ناموس ڏهن ڏسن (طرفن) ۾ ناموس ڇانيل آهي،هنن ڪڏهن به پنهنجي ڪُل جي لڄ نه لڄائي آهي، هي ڀاٽ جا ڏنراج جن هڪ ڏينهن ۾ هزارن تي سخا جي ورڪا ڪئي آهي.)





33.

لوڪ جني رنڪو نهين، نهين سنڪو پرٽاٽ،
سوڍان جَس ڏنڪو گهري، پاگهر ونڪو ڀاٽ.

(هنن سان نه لوڪ کي ريس آهي، نه ڪنهن جو حجاب آهي، سوڍن جي ناموس جو ڏنڪو ڀاٽ ۾ هر هنڌ وڄي رهيو آهي.)

34.

ڪي ايران، عراق، ڪي ڪيڇُون ڪيڇ مڪران،
ڪيت ترنگان ڀاٽ جم، وانڪا ڀاٽ وڪاڻ

(ايران، عراق ۽ ڪيڇ مڪران جا گهوڙا ڀاٽي گهوڙن جو مقابلو نٿا ڪري سگهن، ڀاٽ ستن گهوڙن جي ٻني آهي، جن جي ڀاٽي ونڪا وڪاڻ ڪن ٿا).

35.

جيها ڏينهان سوراج سُت راڻو راياڻمل،
تيهان ڏينهان جوڌڻ جسو امراڻو جڳ ڀال.

(سوراج جو پٽ راڻو راياڻمل (رڻمل) جنهن وقت ڀاٽ تي راج ڪندو هو، ان وقت جوڌن جو شهر امراڻو جڳ جي حفاظت ڪندڙ هو.) *

36.

پورو سک همروٽ پر، لوڪ نه جاٽي ڏنڌ،
ڇولان جل لانبو چلي، ٻڙ لاگا برهمنڌ.

* رڻمل بابت بانڪيداس جو هيٺيون ڏار دوهو به ملي ٿو:
راؤ ڪلا ري وار ۾ ايڏر نگر انوپ،
واري راياڻمال ري، امراڻو اڻ روپ.
(راؤڪلا جي وقت ۾ جهڙو ايڏر نگريءَ جو جهڙو وڻندڙ ۽ منفرد روپ هو، راڻي راڻمل جي وقت ۾ امراڻو به اهڙو ئي خوبصورت هو.)

(همروت (عمرڪوٽ) جي ڌرتيءَ تي پورو سُک آهي (مطلب تہ ڪنهن بہ ڳالهہ جي تڪليف نہ آهي). ڪو بہ ماڻهو ڏکي نہ آهي. جتي لانبي جو پاڻي چوليون ڏئي رهيو آهي. ٻڙ جا وڏا وڻ اُپ ڪيچي جهڪن ٿا.)

ڪوي بانڪيداس همروت ڇتيسيءَ جا 36 دوها پيش ڪرڻ بعد، ان ڪٿا کي هن ريت پورو ڪري ٿو:

مهون ڇتيسان ڏوهڙان هئہ ورڻن همروٽ،

اي همروٽ ڇتيسي منک سُٽي، منموٽ.

(هي منهنجا ڇٽيهہ (36) دوها امرڪوٽ جي رنگ روپ جاعڪس آهن، هن همروٽ ڇتيسيءَ کي ڪي اهل دل، ڏاتار ئي ٻُڌندا.)





## مددي ڪتاب ۽ ماڻهو:


1. تاريخ ريگستان (سنڌي) رائچند هريجن، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو، 1956ع
2. راجستاني زبان و ادب (اردو) باغ علي شوق، ڇاپو ڀريون، چوهاڻ پبلشرز چوهاڻ بلڊنگ گزدرآباد، ڪراچي، 1992ع
3. ڪبير باني، (اردو) سردار جعفري
4. سوڍائڻ ( هندي: ڪوي چمن چارڻ جي ڪوتا)، تحقيق ۽ ترتيب: پروفيسر شڪتي ڏان ڪويا.
5. رنگ ڀني (هندي)، پروفيسر شڪتي ڏان ڪويا.
6. شاهہ جو رسالو،محقق مرزا قليچ بيگ، سنڌي ٻولي جو با اختيار ادارو حيدرآباد.
7. شاهہ جو رسالو محقق ۽ شارح ڊاڪٽر نبي نبي بخش بلوچ، ثقافت ۽ سياحت کاتو، حڪومت سنڌ.
8. عمرڪوٽ ايامن ڪان مرتب اڪبر لغاري ، ضلعي حڪومت عمرڪوٽ. 2010ع
9. ويجها ٿيا وصال کي، غلام محمد جنجهي، ڪويتا پبليڪشن حيدرآباد. 2010ع
10. مهراڻ رسالي جا مختلف پرچا، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو
11. هفتيوار ٿر نيوز مٺي (مضمون: ’عمرڪوٽ‘، 10 فبروري 2003ع)، ليکڪ: حليم باغي

12. هيمراج سوٿهڙ ۽ سترام داس سوٿهڙ ؛هي لوڪ ڏاهپ جا وينجهار چيلهار جا رهواسي ۽ رقم الحروف جا چاچا آهن. هيمراج 2003 ۾، سترام داس 9 فيبروري 2016 ۾ وفات ڪري ويو آهي. هيمراج سگهڙ ۽ سترام داس ڀڳتي راڳ ڳائيندو هو.خاص طور ڏونگر پري، ڪبير ڀڳت ۽ روحل فقير جو راڳي هو.
13. هرڏان چارڻ، ٿر جو سگهڙ، اصل گبڙي چارڻ جو هو پر اڪثر پڏيلي ۽ (عمرڪوٽ) ۾ رهندو هو. 2002 ۾ وفات ڪري ويو آهي.
14. منگل سنگهه ڏانڌل رانوڙ، 16 مارچ 1955ع تي تعلقي مٺي جي ڳوٺ ڪڪراڙيو ۾ جنم ورتو ۽ ريگستان جي تاريخ، ثقافت ۽ لوڪ ادب جي وسيع مطالعي جي ميدان جو وڏو شهسوار آهي. ٿر جي سگهڙن، سياڻن کان ملندڙ بانڪيداس جي دوهن توڙي جيون خاڪي کي هندي، گجراتي ۽ مارواڙي جي ڪتابن سان ڀيٽڻ ۽ سنوارڻ سُڌارڻ ۾ هر ويلي پنهنجي اوتاري جا در منهنجي لاءِ کولي رکيا. منگل سنگهه جي تعليم ايم اي ۽ ايل ايل بي آهي. سماج سڌارڪ سرگرمين سان گڏ ڪتاب گڏ ڪرڻ سندس دل گهريو ڪم آهي.
15. روپو جي سوٿهڙ، اسلام ڪوٽ جو رهواسي سگهڙ آهي.
16. ڊاڪٽر عبالعزيز رحماني اصل ڳوٺ ڪاروڙوچارڻ آهي. هن وقت عمرڪوٽ شهر ۾ رهي ٿو. عمرڪوٽ جو اڳوڻو ڊي ايچ او رهندڙ ڊاڪٽر عبدالعزيز تاريخ جو ڄاڻو آهي.
17. ٿر جي ڳوٺ سارنگيار جو رهواسي ڊاڪٽر ناٿو سنگهه ڀاٽي سوڍن جي تاريخ دسترس رکي ٿو.